# فيمينزم

## ڪجھ بنيادي سوال

نگهت سعيد خان

ڪملا ڀاسن

سنڌيڪار: امر سنڌو

ASR

# فيمينزم:
# ڪجهه بنيادي سوال

(ڪملا ڀاسن، نگهت سعيد خان)
سنڌيڪار: امر سنڌو

ڪتاب : فيمينزم : ڪجهه بنيادي سوال

لکندڙ : نگهت سعيد خان، ڪملا ڀاسن

سنڌيڪار: امر سنڌو

ڇاپو : پهريون

تعداد : هڪ هزار

قيمت : پندرهن روپيا

پبلشر : اثر پبليڪيشن

A - 96 بلاڪ 9، گلبرگ III لاهور

# انتساب

كاريون ڪري ڪنل
انهن بدقسمت شهزادين
جي نالي جن جا سرد جسم
سماج جي غليظ ڪفن
ڪانسواءِ دفن ٿيا

# پنهنجي پاران

فيمنزم ڇا آهي؟ سنڌ ۾ اهو سوال ايترو نئون يا ڇهيل ناهي. ٻين دنيائن وانگر جيتوڻيڪ اهو بحث اسان وٽ به شروع ٿي چڪو آهي. پر ان جواب جو مطالعو هميشه اڌورو ۽ اڻپوروئي رهيو آهي. علمي ۽ نظرياتي طور تي فيمنزم کان اڻ ڄاڻائپ جي نتيجي ۾ ان بحث جي ابتدا تنقيد ٽرڪ طنز ۾ ناگواريت کان شروع ٿي نيٺ به ڇسائپ، بيهودگي، ۽ بي معنگي تي اچي دنگ ٿئي ٿي. اهڙي قسم جي لاعلميت ۽ گهٽ عقليت جي ميلاپ سان سنڌ ۾ اهڙو ماحول پيدا ڪيو ويو آهي جو فيمنزم جي نالي ڪٺڻ سان عام گهٽ پڙهيل لکيل ابوجهه خلق ته پري جي ڳالهه پر دنيا جي ففيلت پريئي نظرئين مثلا سوشلزم. نيشلزم لبرل ازم جهموريت پسندي ۽ ويندي گلوبلائيزيشن جي هام هڻندڙ دعويدار ۽ پڙهيل لکيل طبقو پڻ ناگواريت محسوس ڪري ٿو ۽ نه رڳو ايترو پر اڪثر ڪري پنهنجي دانشورانه عقليت Intellectional rationale تحت ان کي رد به ڪندو آيو آهي پر جئين ته پدري نظام جي جنسي تعصب تي بڌل نفسيات عالمي مظهر جو هڪ حصو آهي تنهنڪري سنڌي سماج کي ان حوالي سان ڪنهن جدا خاني ۾ رکي ڏسو نتو سگهي. فيمنزم خلاف اهي ساڳيا سوال جيڪي لڳ ڀڳ پوري ڏکڻ ايشا ۾ اٿاريا ويا آهن. سنڌ جي پڙهيل لکيل طبقي ۾

فيمنزم جي ابتدا. ان جي بنيادي محرڪ ۽ نظرياتي جوڙجڪ ideological formation جي حوالي سان ڪنهن عقلي بحث جي ابتدا ڪري سگهجي ٿي پر ان کان اڳ اسان اهو ضروري سمجهون ٿا ته اعتراض جي گهيري ۾ آيل هن تحريڪ بابت اٿندڙ چند بنيادي سوالن کي عام پڙهندڙ آڏو آڻجي ـ جئين کين فيمنزم بابت سمجهڻ ۾ آساني ٿئي.

هي ڪتابڙو ان ئي سلسلي جي پهرين ڪڙي آهين

امر سنڌو

9 ڊسمبر 2001

# عورتن جا حق

سڄيءَ انساني دنيا، 18 ڊسمبر 1979ع تي، عورتن لاءِ مساوي حقن جي منزل ڏانهن هڪ تمام وڏو قدم کنيو. جڏهن اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ عورتن خلاف هر نموني جي امتياز ۽ تفريق جي خاتمي لاءِ، ٺيهن قلمن جو هڪ معاهدو منظور ڪيو.

معاهدي جي شروع ۾، معاهدي تي عمل ڪرڻ جي ضمانت طور، پوريءَ سنجيدگيءَ سان تسليم ڪيو ويو بلڪ واجب ڄاڻايو ويو تہ عام انساني حقن جي بين الاقوامي معاهدن سان پاڻ کي ٻڌل ڄاڻندڙ سڀ قومون، جيڪي اُن نئين معاهدي ۾ پڻ شامل هيون، اهو پنهنجو فرض سمجهن ٿيون تہ هو عورتن ۽ مردن ٻنهي جنسن جي انسانن لاءِ مساوي موقعا پيدا ڪن، جيئن اهي، مرد ۽ عورتون، پنهنجا سڀيئي اقتصادي، سماجي، ثقافتي، شهري ۽ سياسي حق ماڻي سگهن ۽ استعمال ڪري سگهن. جيڪو انهن جو سڀ کان بنيادي ۽ مساوي حق آهي. ۽ اعلان ڪن ٿيون تہ ان سلسلي ۾ ڪو بہ امتياز، ڪو بہ فرق وتن انساني شان جي هتڪ ۽ انساني مساوات جي بنيادي قدر ۽ حق جي ڀڃڪڙي سمجهي ويندي، ۽ اُن کي ملڪن جي سياسي، سماجي اقتصادي ۽ زندگيءَ ۾ مردن سان برابريءَ جي شرطن تي عورتن جي شراڪت آڏو روڪ تصور ڪيو ويندو، ڇو تہ اها خاندان ۽ پڻ معاشري جي اوسر ۽ خوشحاليءَ کي رنڊائي ٿي ۽ پنهنجي پنهنجي ملڪ تو ڙي سڄيءَ انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ عورتن جي صلاحيتن جي ڪامل ترقيءَ ۽ تربيت کي جيئن پوءِ تيئن مشڪل بڻائي ٿي.

معاهدي ۾ "عورتن خلاف امتياز" جي اصطلاح جي وصف ۾ جنس جي آڌار تي روا رکيل هر انهيءَ فرق، محروميءَ ۽ بندش کي شامل ڪيو ويو آهي، جنهن جو نتيجو يا مقصد هجي ته سياسي، اقتصادي، سماجي، ثقافتي، شهري يا ٻئي ڪنهن ميدان ۾، مردن سان برابريءَ جي بنياد تي، عورتن (پرڻيل، بيوه توڙي ڪنوارين) لاءِ انساني حقن ۽ بنيادي آزادين جي ترديد ٿئي يا انهن جي تسليميءَ، استفادي يا استعمال ۾ ڪا روڪ عمل ۾ اچي.

معاهدي جي قلم ٻئي ۾ چيل آهي ته "معاهدي ۾ شامل حڪومتون عورتن خلاف هر قسم جي امتياز ۽ فرق کي ننديون ٿيون، ۽ هر مناسب طريقي سان ۽ بنا دير جي عورتن خلاف امتياز ۽ تفريق جي پاليسيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ هيٺين قدمن کڻڻ جو فيصلو ڪن ٿيون:

(الف) مردن سان برابريءَ جي بنياد تي عورتن جي حقن جو قانوني تحفظ ڪرڻ ۽ با اختيار قومي عدالتن ۽ ٻين عوامي ادارن معرفت عورتن خلاف هر امتيازي عمل جي روڪ جو بندوبست ڪرڻ.

(ب) عورتن خلاف امتياز جي ورتاءَ وارن موجوده قانونن، قاعدن ۽ رسمن رواجن کي ختم ڪرڻ يا بدلائڻ لاءِ قانون سازيءَ سميت سڀ ضروري قدم کڻڻ.

(ج) اهي سڀئي قومي دستور ۽ سزائون، جيڪي عورتن جي خلاف امتياز يا فرق تي ٻڌل آهن، تن کي رد ڪرڻ.

معاهدي جي ٽئين قلم ۾ چيل آهي ته "سڀئي شامل حڪومتون سياسي، سماجي، اقتصادي، ثقافتي ۽ زندگيءَ جي ٻين سڀني دائرن ۽، مناسب قانون سازيءَ سان گڏ هر قسم جا ٻيا ضروري قدم کڻڻ جو

خانداني رٿابنديءَ سميت. صحت جي سيني موجود سهوليتن ۾ حفاظتي وسيلن مان فائدو وٺي سگهن."

ٻهراڙيءَ جي عورتن جا مسئلا معاهدي جي چوڏهين قلم ۾ آندا ويا آهن ۽ چيو ويو آهي تہ "شامل حڪومتون ٻهراڙيءَ جي عورتن جا خصوصي مسئلا ۽ خاص طرح، پنهنجي پنهنجي ڪٽنب جي اقتصادي جياپي لاءِ، گهر ۾ توڙي ڪيتن ۾ ۽ ٻاهر، هو جيڪي سخت پورهيا ڪن ٿيون ۽ تڪليفون وٺن ٿيون، تن کي خيال ۾ رکنديون، ۽ هر طرح جا ممڪن، مناسب ۽ ضروري قدم کڻنديون، تہ جيئن ٻهراڙيءَ جي ايراضين ۾ رهندڙ عورتن هن معاهدي ۾ بيان ڪيل انتظامن ۽ ضمانتن مان پورو پورو فائدو وٺي سگهن."

قانون جي آڏو برابريءَ جو حق، معاهدي جي پندرهين قلم ۾ بيان ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ چيل آهي تہ " شامل حڪومتون عورتن کي قانون جي سامهون مردن سان برابريءَ جو درجو ڏيڻ لاءِ " پاڻ کي ٻڌل سمجهن ٿيون."

"شامل حڪومتون سول مسئلن ۾ عورتن کي مردن سان لڳو لڳ ۽ انهن جهڙي ساڳي قانوني حيثيت ۽ ان حيثيت جي ماڻڻ ۽ استعمال ڪرڻ جا ساڳيا موقعا ڏيڻ لاءِ پاڻ کي ٻڌل سمجهن ٿيون. خاص طرح هو عورتن کي معاهدن طئي ڪرڻ ۽ ملڪيت رکڻ ۽ سنڀالڻ جا مساوي حق ڏينديون ۽ عدالتن ۽ ٻين فيصلي جي ڪچهرين ۾ عدالت ۽ فيصلي جي هر مرحلي تي عورتن سان مردن جي برابر جو ورتاءُ ڪنديون.

"شامل حڪومتون پوريءَ ذميداريءَ سان هي تسليم ڪن ٿيون تہ سڀ معاهدا، هر قسم جا قبوليت ناما ۽ ذاتي دستاويز جن جو قانوني اثر اهڙو آهي، جو ملڪ جي شهري هجڻ جي ناتي، عورتن جي قانوني وٿ ۽ حيثيت ان اثر هيٺ مردن جي نسبت ۾ گهٽ ۽ محدود ٿي وڃي ٿي، تہ وٺن آهي معاهدا، قبوليت ناما ۽ ذاتي دستاويز وغيره رد ۽ ڪالعدم شمار ڪيا ويندا."

("ويو پائنٽ"، لاهور، 10 مارچ 1973ع)

معاهدي جي ڏهين قلم ۾ چيل آهي تہ ”شامل حڪومتون تعليم ۽ تربيت جي ميدانن ۾ عورتون خلاف هر امتياز ۽ بندش جي خاتمي جو ۽ هنن سان مردن لاءِ برابر جي حقن، ۽ خاص طرح هيٺين ڳالهين ۽. هڪ جهڙن موقعا ۽ سهوليتن جي ضمانت جو واعدو ڪن ٿيون:

(الف) ٻهراڙين توڙي شهرن جي عورتن لاءِ پيشي ۽ ملازمت لاءِ گهربل تعليم ۽ تربيت.

(ب) اعلي تعليمي ادارن ۽ اعليٰ ڊگرين، ڊپلومائن ۽ سندن جي حاصل ڪرڻ لاءِ گهربل تعليم ۽ تربيت.

”هي برابر جا موقعا ۽ سهوليتون ڪين اسڪول کان اڳ جي تربيت توڙي عام اسڪولن، هنري ۽ تربيتي اسڪولن ۽ پڻ سيني تعلمي ۽ هنري اعليٰ ادارن جي تعليم ۽ تربيت جي سلسلي ۾ ميسر ڪيون وينديون.“

”ساڳيا برابر جا موقعا ۽ سهوليتون ڪين رانديـن ۽ جسماني ڪسرت ۽ ڪرتبن جي دائرن ۾ پڻ ميسر ڪيون وينديون.“

معاهدي جي يارهين قلم ۾ آيل آهي تہ ”شامل حڪومتون واعدو ڪن ٿيون تہ روزگار ۽ ملازمت جي وسيلن ۾ مساوي طور شريڪ ٿيڻ ۽ عورتن جي آڏو جيڪي امتيازي رڪاوٽون آهن، انهن کي دور ڪرڻ لاءِ هر طرح جا مناسب ۽ ضروري قدم کڻنديون، تہ جيئن عورتون هن سلسلي ۾ پڻ مردن سان برابر جا حق ماڻي سگهن.“

ٻارهون قلم صحت متعلق آهي، جنهن ۾ آيل آهي تہ ”معاهدي ۾ شريڪ حڪومتون عورتن جي خلاف صحت جي حفاظت ۽ پر گهور جي سلي ۾ موجود امتيازن ۽ رڪاوٽن جي خاتمي لاءِ هر طرح جا مناسب ۽ ضروري قدم کڻنديون، تہ جيئن مردن سان برابريءَ جي بنياد تي عورتون

فيصلو ڪن ٿيون، جن سان عورتن جي ڪامل ترقيءَ ۽ اصلاح جي ضمانت موجوده ٿي سگهي ۽ ڪين، مردن سان برابريءَ جي بنياد تي عالمي سطح تي تسليم ٿيل انساني حقن ۽ بنيادي آزادين جي ماڻڻ جو پورو پورو موقعو ملي سگهي."

معاهدي جي قلم پنجين الف ۾ آيل آهي تہ "شامل حڪومتون مردن ۽ عورتن جي سماجي ۽ ثقافتي مروج روين ۽ ڪردارن ڪي ائين سڌارڻ ۽ بدلائڻ جو فيصلو ڪن ٿيون، تہ جيئن سڀ آهي بدگمانيون ۽ تعصب، ريتون ۽ رسمون ختم ٿي وڃن، جيڪي مردن ۽ عورتن جي وچ ۾ برتريءَ يا ڪمتريءَ جي احساسن، خيالن ۽ عقيدن تي ٻڌل آهن."

ستين قلم ۾ اعلان ٿيل آهي تہ "شامل حڪومتون ملڪ جي سياسي ۽ عمومي زندگيءَ ۾ عورتن خلاف امتيازي ورتاءَ جي خاتمي لاءِ هر قسم جا مناسب ۽ ضروري اقدام کڻڻ ۽ اُن ڏس ۾ عورتن لاءِ، مردن سان برابريءَ جي بنياد تي، خاص طرح هيٺين حقن جي ضمانت جو واعدو ڪن ٿيون:

(الف) سيني ملڪي چونڊن ۾ ۽ عام راءِ جي اظهار جي ٻئي هر موقعي تي ووٽ جو حق، ۽ پڻ عام چونڊن وسيلي قائم ٿيل يا قائم ٿيندڙ سيني ملڪي ادارن ۾ اميدوار جي حيثيت ۾ بيهڻ جو حق."

(ب) قومي حڪومت جي پاليسيءَ جي ترتيب ۽ تعميل ۾ حصيداريءَ جو حق ۽ هر سطح جي حڪومتي عهدي ۽ رتبي ماڻڻ ۽ اُن جي لازم هر اختيار رکڻ ۽ هر فرض ۽ ذميداريءَ جي ادا ڪرڻ جو حق.

(ج) ملڪ جي سياسي ۽ عمومي زندگيءَ سان تعلق رکندڙ غير حڪومتي جماعتن ۽ تنظيمن ۾ شموليت جو حق.

# فيمينزم بابت ڪجهہ بنيادي سوال

"اسانجي ملڪ ۾ عورتون صدين کان پوڳينديون اچن ٿيون، اسانجي سماج ۾ عورتن سان اڇوتن جهڙو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو." ڳالهائيندڙ عورتن جي استحصال تي ان حد تائين ڳالهائيندا آهن ۽ پوءِ ڪجهہ ماڻ ڪانپوءِ هڪ سگهارو بيان جاري ٿيندو آهي.

"پر ... مان فيمينسٽ نہ آهيان." اها ڳالهائيندڙ عورت وزيراعظم بہ ٿي سگهي ٿي يا ڪا آرٽسٽ يا ڪنهن سگهاري عهدي تي پهتل عورت بہ ٿي سگهي ٿي ۽ گهڻو ممڪن آهي تہ انهن سڀني عورتن ڪي هن عهدي تائين پهچڻ لاءِ وڪ وڪ تي مردن سان وڏي ويڙهہ پڻ ڪرڻي پئي هجي.

انهن جي واتان اهو ٻڌي حيرت ٿئي ٿي! "پر ... مان فيمينسٽ نہ آهيان".. ۽ انتظار ڪرڻو پوي ٿو تہ فيمينسٽ مان سندن مراد ڇا آهي؟ پر سندن پاران ان جي ڪا بہ وضاحت سامهون نٿي اچي. جنهن انداز ۾ هوءَ بيان ڪن ٿيون تہ "پر... اسان فيمينسٽ ناهيون." ان جي هروڀرو اها معنيٰ بہ نٿي نڪري تہ اهي واقعي بہ فيمينسٽ ناهن. پر حقيقت اها آهي تہ اهي فيمينزم متعلق ڪجهہ بہ نٿيون ڄاڻن يا جيڪي ڪجهہ اهي فيمنزم بابت ڄاڻن ٿيون اهو غلط آهي.

اهڙا بيان ٻڌي اسان حيران ٿيندا آهيون تہ ماٺهو ڇو انهن شين کي ذڪارين ٿا، جن کي بيا انتهائي سنجيدگيءَ سان وٺن ٿا. ان مان اسان صرف اهو نتيجو ڪڍي سگهيا آهيون تہ اهي فيمينزم بابت ان غلط پروپيگنڊہ جو شڪار آهن. جيڪا فيمينسٽ ۽ فيمينزم جي خلاف ڪئي ويندي آهي.

ميڊيا. جيڪا پڻ گهڻيءَ حد تائين مردن جي ئي ڪنٽرول ۾ رهي آهي. اها ئي "فيمينزم" خلاف ان منفي پروپيگنڊا جي ذميوار آهي. جنهن

موجب فيمينسٽن کي "برا (bra) ساڙيندڙ"، "مردن سان نفرت ڪندڙ"، يا "ڪٽنب ٽوڙ"، عورتن طور غلط مشهور ڪيو ويو آهي. حقيقت ۾ اها پروپيگنڊه انهن ئي قوتن پاران پکيڙي وجي ٿي، جيڪي عورتن جي برابريءَ ۽ آزاديءَ واريءَ جدوجهد کي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهن ٿيون. ان تنقيد جي نتيجي ۾ اسانجي ملڪن ۾ فيمينسٽن کي "امير طبقي سان تعلق رکندڙ" "مغربيت پرست" يا "بي پاڙيون" عورتون سمجهي کين نِنديو ۽ ڌڪاريو وجي ٿو.

حقيقت ۾ ڏکڻ ايشيا جي فيمينسٽن ڪڏهن به انهن ڳالهين جي پنيرائي نه ڪئي آهي، جن جا مٿن الزام هڻي تنقيد ڪئي وجي ٿي، اهي ڪڏهن اهجائي طور به "برا" (bra) ساڙيندڙ عورتون نه رهيون آهن. گهڻيون ته عورتون شادي شده آهن، انهن کي ٻار به آهن ۽ انهن جا گهر به ائين بهتر يا خراب ٿي سگهن ٿا، جيئن معاشري ۾ ٻيا گهر خراب يا سٺا ٿين ٿا. تنهنڪري نيٺ به اهو سوال پيدا ٿئي ٿو ته آخر پوءِ فيمينسٽ عورتن تي ئي تنقيد ڇو ٿي ڪئي وجي؟ يا پوءِ فيمينزم کي ايڏو غلط سمجهي تنقيد جو نشانو ڇو ٿو بنايو وجي؟

اسان سمجهون ٿا ته اها غلط فهمي ان ڪري آهي، جو فقط ڪجهه ماڻهو ئي اهو سوچڻ ۽ سمجهڻ جي تڪليف ڪن ٿا ته "فيمينزم ڇا آهي؟" ۽ "فيمينسٽ ڇا ٿيون ڪرڻ چاهين؟" هيءَ ڪتابڙو انهن چند عام پر اهم سوالن جي جواب طور لکيو ويو آهي، جيڪي عام طور تي "فيمينزم" بابت اٿاريا وڃن ٿا.

**س: پوءِ نيٺ فيمينزم ڇا آهي؟**

ج: ٻين سڀني نظرين جي ابتڙ فيمينزم پنهنجي نظريئي جو بنياد ڪنهن هڪ ٿيوريءَ تي نٿي رکي، ان لاءِ فيمينزم جي ڪا اهڙي نئوس ۽ تــز وصف ناهي، جيڪا هر وقت سڀني عورتن لاءِ استعمال ڪري سگهجي.

فيمينزم جي وصف کي تبديل ڪري سگهجي ٿو ۽ ان ڪري اها تبديل ٿيندي به رهي ٿي ڇاڪاڻ ته فيمينزم جو بنياد نوس ثقافتي ۽ تاريخي حقيقتن، آگهي، ڄاڻ ۽ عمل تي ٻڌل آهي. اهڙي طرح چئي سگهجي ٿو ته فيمينزم جي جيڪا معنيٰ سترهين صديءَ ۾ (جڏهن اهو اصطلاح پهريون ڀيرو استعمال ڪيو ويو) ڪئي ويندي هئي، ارڙهين صديءَ ۾ ان جي معنيٰ بنهه مختلف هئي. بلڪل ساڳيءَ طرح دنيا جي، يا ساڳي ئي ملڪ جي مختلف حصن ۾ فيمينزم جي مختلف معنيٰ، مختلف ايشو ۽ مختلف پاليسيون ٿي سگهن ٿيون. پنهنجي مختلف طبقاتي پس منظر ۽ تعليم، شعور ۽ ڄاڻ جي سطح جي حوالي سان مختلف عورتون فيمينزم متعلق جدا يا بنهه مختلف نظريو رکي سگهن ٿيون. ساڳي ئي قسم جي عورتن ۾ پڻ فيمينزم متعلق مختلف لاڙا، مختلف بحث ۽ مختلف فيمينسٽ سوچ ٿي سگهي ٿي. پر پوءِ به انهن سڀني جو واحد مقصد ذات پات، رنگ نسل ۽ جنس جي تعصب کان پاڪ غير طبقاتي ۽ غير استحصالي معاشرو قائم ڪرڻ آهي. تنهنڪري اڄ اسان لاءِ فيمينزم جي وسيع وصف (جنهن جي تي اسان ذڪرڻ ايشيا جون سڀئي عورتون متفق آهيون) اها آهي ته:

"عورت تي سماج ۾، خاندان ۾، ڪم تي، ڪٽي به ٿيندڙ، ڪنهن به طريقي سان ٿيندڙ استحصال جي شعور رکڻ ۽ ان حالت

**ڪي تبديل ڪرڻ لاءِ باشعور مردن توڙي عورتن پاران ورتل ڪوشش ڪي "فيمينزم" چئجي ٿو."**

هن وصف تحت ڪو بہ شخص، پوءِ اها عورت هجي يا مرد، جيڪڏهن مرد جي بالادستيءَ ۽ حاڪميت واري سماج ۾ جنس جي بنياد تي تفريق ڪندڙ "پدر شاهي سماج" کي تسليم ڪري، ان کي بدلائڻ جي ڏس ۾ ڪو بہ عمل ڪري ٿو، ان کي فيمينسٽ چئي سگهجي ٿو. هن وصف مان اهو پڻ واضح آهي تہ جنس جي بنياد تي تفريق ڪندڙ سماج جي رڳو نِنديا ڪرڻ ئي ڪافي ناهي، پر پنهنجي عمل ذريعي مرد جي حاڪميت واري سماج کي چئلينج ڪرڻ پڻ ضروري آهي.

چيلينج ڪرڻ واري ان عمل جي ڪا بہ صورت ٿي سگهي ٿي. مثلا عورت جي فيصلن کي رد ڪري رسوا نہ ڪيو وڃي، عورتن کي تعليم ۽ نوڪرين جي اجازت ڏني وڃي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ اهو ضروري ناهي تہ توهان هرو ڀرو ڪنهن فيمينسٽ گروپ سان تعلق رکندا هجو، توهانجو ان ڏس ۾ کنيل ڪو بہ قدم ئي ان جدوجهد جو حصو آهي.

اڳوڻي دور جي فيمينسٽ ۽ هاڻوڪي دور جي فيمينسٽ ۾ خاص فرق اهو آهي، اڳوڻي دور جي جهدو جهد فقط عورتن جي جمهوري حقن جي جدوجهد هئي، ان جدوجهد ۾ تعليم جي حق، نوڪرين جي حق، ذاتي ملڪيت رکڻ جي حق، ووٽ ڏيڻ جي حق، پارليامينٽ ۾ شرڪت جي حق، فيملي پلاننگ جي حق، طلاق جي حق وغيره جا نڪتا پڻ شامل هئا. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي تہ اڳوڻي دور جي فيمينزم قانوني حقن جي حاصلات جي جدوجهد هئي، جنهن ۾ سماج ۾ قانوني حقن جي برابريءَ جي گهر ڪيل هئي ۽ اها جدوجهد ڪٽنب ۽ گهر کان ٻاهر جي جدوجهد

هئي. اهڙي دؤر جون فيمينسٽ نئلهن قانوني اصلاحن ڪان گهڻو اڳتي نڪري، عورتن جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهيون آهن. اهڙي دؤر جي فيمينزم، گهرن ۾ مردن جي حاڪميت ۽ عورتن جي ماتحتيءَ خلاف، خاندان ۾ ٿئي عورت جي استحصال خلاف، نوڪرين ۽ ڪم دوران عورتن جي هيناهينءَ حيثيت خلاف، عورتن جي ٻار ڄڻڻ ۽ پيداواري عمل جي ٻٽي بار خلاف جدوجهد کي فيمينزم جو حصو بڻائي چڪي آهي. ان سان گڏ فيميزم "عورت ۽ مرد" واري ان عام تصور کي پڻ چئلينج ڪري ٿي. جنهن موجب عورتپڻي يا مردانگيءَ جا موجوده سماجي معيار فطري آهن. تنهنڪري عورتن کي فيمينسٽ نڪتہ نگاهہ سان ان غير فطري وصف خلاف پڻ جدوجهد ڪرڻي آهي. نہ رڳو ايترو پر گڏوگڏ عورت تي رياست، سماج ۽ مردن پاران ٿيندڙ ظلم ۽ استحصال جي انهن سمورين صورتن ۽ شڪلين کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد پڻ ڪرڻي آهي. جڏهن ڪان عورتون استحصال، (مردن جي پيٽ ۾ گهٽ پگهار، گهٽ مزدوريءَ) ماتحتيءَ، (مرد جي بالادستيءَ جي حاڪميت هيٺ) ۽ ظلم (عورت خلاف تشدد) جو شڪار آهن. اسان اهي مسئلا ۽ مشڪلاتون سمجهڻ جي حيثيت (Position) ۾ آهيون. جيڪي پيون عورتون سهن ٿيون. اسان ڄاڻون ٿا تہ اسان کي نہ رڳو پنهنجي حالت تبديل ڪرڻي آهي پر گڏوگڏ سڄي معاشري کي تبديل ڪرڻ جي جدوجهد پڻ ڪرڻي آهي.

اهڙي فيمينزم پنهنجي جوهر ۽ تت ۾ عورتن جي برابريءَ عظمت ۽ راءِ جي آزاديءَ جي حاصلات جي جدوجهد آهي. جنهن موجب

اسان کي گھر توڙي گھر کان ٻاهر پنھنجين زندگين ۽ پنھنجين جسمن تي اختيار حاصل هجي.

هتي اسان اهو به چوڻ چاهيون ٿا ته رڳو اهو ڪافي ناهي ته عورت کي پنھنجي برادريءَ يا سماج ۾ مرد جي جيتري حيثيت حاصل هجي، ڇاڪاڻ ته اهو مسئلو هارياڻي عورت جي هاري مرد سان برابريءَ سان ختم نه ٿيندو، جيڪو پاڻ به سماج ۾ بي رحمانه طريقي سان ظلم ۽ استحصال جو شڪار آهي. تنھنڪري، **فيمينسٽ رڳو عورتن جي مردن سان برابريءَ لاءِ ئي نه پر، عورتن ۽ مردن لاءِ انصاف واري گڏيل سماج لاءِ جدوجهد ڪن ٿيون.**

**س: ڇا فيمينزم هڪ مغربي خيال ناهي، ۽ شايد انڪري ئي ڏکڻ ايشيا ۾ اهو اجايو تصور سمجھيو وڃي ٿو؟**

ج: اهو سوال ڪڏهن ڪڏهن ئي سوال سمجھي اٿاريو وڃي ٿو نه ته ان جي ابتڙ، اڪثر اهو سوال الزام ۽ تهمت جيان پڇيو وڃي ٿو ته جيئن فيمينسٽن کي ننديو ۽ ڌڪاريو وڃي ۽ سندن تصور ۽ نظريي کي سنجيدگيءَ سان نه ورتو وڃي. ان تهمت هيٺ ۾ دلچسپ ڳالھ اها آهي ته اها اڪثر انهن مردن ۽ عورتن پاران زور ڏيئي پروپيگنڊا ڪئي ويندي آهي، جيڪي خود پاڻ مغرب زده آهن. انگريزي ميڊيم اسڪولن ۽ ڪاليجن مان پڙهيل ۽ انگريزي ڳالهائيندڙ ۽ انگريزي لباس پائيندڙ طبقو ئي فيمينزم بابت اهڙا سوال اٿاري ٿو. اهي ساڳيائي الزام جديد سائنس تي يا ان جديديت تي نه هنيا ويندا آهن. جيڪي پڻ مغربيت جو ئي حصو آهن. ساڳيا ئي ماڻهو ڪڏهن به پارلياماني نظام، صدارتي

نظام، سرمايه دارا نه ترقيءَ، نجي زمينداريءَ يا ڪاپي ڏر جي نظرئي بابت سوال نه اٿاريندا آهن. جهڙي طرح "فيمينزم" جو اصطلاح ڏکڻ ايشيا ۾ پيدا نه ٿيو آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح صنعتي انقلاب، مارڪسزم، سوشلزم ۽ ائين ٿي ڏکڻ ايشيا جا ڪجهه مذهب پڻ هتان جي ذهني پيداوار ناهن. ائين آئين اسٽائين لاهور ۾ پيدا نه ٿيو هو، مارڪس ڪلڪتي يا لينن ڍاڪا ۾ نه ڄائو هو. تنهن هوندي به سندن نظريا ڏکڻ ايشيا ۾ ڌاريا ناهن ۽ نه ئي انهن کي ڪڏهن ڏکڻ ايشيا لاءِ اجايو يا بي معنيٰ ڪوٺي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به نظرئي جي تصور کي جاگرافيائي حدن تائين محدود نٿو ڪري سگهجي. ان ڪري "فيمينزم" جو اصطلاح ته پرڏيهي ٿي سگهي ٿو، پر ان تصور جو تت پنهنجي جوهر ۾ ساڳيو رهندي به هتي ٿوري گهڻي قدر ۽ تبديلي ڪئي اچي ٿو. ڏکڻ ايشيا ۾ فيمينزم اوڻويهين صديءَ ۾ "عورتن جي ماتحتيءَ" واري سوال هيٺ آرگنائيز ٿيڻ شروع ٿيو، ان ڪري اهو چوڻ انتهائي غلط ٿيندو ته هيءُ نظريئو ٻاهران درآمد ڪيو ويو آهي ۽ ان ڪري ان کي لاڳو ڪرڻ يا ان لاءِ جدوجهد جو سوال اجايو يا فضول آهي. ڏکڻ ايشيا ۾ فيمينسٽ جدوجهد، ان وقت جهموري حقن لاءِ شعور جي پيداوار سان اڀري جڏهن عورتن جي اڌ آباديءَ کي سندن بنيادي حقن کان محروم رکيو ويو. اصل ۾ هتي فيمينزم سياسي شعور جي هلچل واري تاريخي دؤر ۾ پکڙيو. خاص طور تي اوڻويهن ۽ ويهين صديءَ دوران ٻاهرين حاڪميت ۽ بينڪي راڄ خلاف ۽ مقامي زميندار راڄ خلاف تحريڪ اٿي. ان ئي دؤر ۾ عورتن جي حقن لاءِ "بيواهن جي ٻي شاديءَ جي ضرورت کي مڃڻ"، "مردن لاءِ هڪ کان وڌيڪ نڪاحن تي پابنديءَ"، "پردي ۽ ستيءَ جي رسم تي پابنديءَ" ۽ "تعليمي ۽ قانوني حقن جي آزاديءَ" جا سوال پڻ اٿاريا ويا.

**سوال: ڇا هتي ايشيا ۾ بينڪي راڄ کان پهرين بہ عورتن جي حيثيت بابت ڪي بحث اٿاريا ويا هئا؟**

جواب: ها. عورت تي بحث ڏاڍو پراڻو آهي. ڇهين صدي قبل مسيح ۾، گوتم ٻڌ ۽ سندس ساٿين ۾ عورتن کي "نن" بنائڻ وارو سوال بحث هيٺ آيو هو. ان کانپوءِ ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ عورتن جي تعليم واري سوال تي پڻ مسلسل بحث هلندا رهيا آهن. ارڙهين صديءَ ۾ چين جي هڪ عالم "**چن. هنگ مائو**" عورتن جي تعليم تي لکيو. عورتن جي حقن جي علمبردار مغربي عورت "ميري والسٽون ڪرافٽ" کان گهٽ گهٽ اڳ هن چيو هو تہ

**"دنيا ۾ ڪو بہ اهڙو ڪونهي، جنهن کي تعليم نہ ڏيئي سگهجي، دنيا ۾ ڪو بہ اهڙو ناهي جنهن کي اسان تعليم ڏيارڻ جو بار نہ کڻي سگهون، پوءِ بہ ڇوڪريون ان معاملي ۾ ڇو تيون نظر انداز ڪيون وجن. جڏهن اهي پنهنجو معصوم ٻارپڻو ڇڏي وڏيون ٿين ٿيون تہ کين پرورش لاءِ رڳو عورتن وٽ ئي ڇڏيو وڃي ٿو، انهن کي ڇوڪرن وانگر ٻاهر ڪنهن استاد وٽ پڙهڻ لاءِ نٿو موڪليو وڃي، جيڪي دوستن ۽ استادن پاران همٿايا وڃن ٿا. ڇوڪريون جڏهن وڏيون ٿين ٿيون تہ کين محض پرت پرڻ ۽ ڏاج ٺاهڻ سيکاريو وڃي ٿو. ڇوڪرين جي بس اها ئي زندگي ٿئي ٿي."**

**س: ڇا هيءَ تہ سڀ مرداڻي شعور جا مثال آهن. ڇا مرد، عورتن جي مسئلن جي حمايت ڪن ٿا؟**

ج: يقينن انهن حمايت ڪئي آهي. حقيقت ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ يا سموري مشرق ۾ عورتن جي مسئلن کي کڻي احتجاج ڪرڻ وارا مرد ئي هئا.

مثال طور: چين ۾ "**ڪنگ–يو – وئي**" عورتن جي پير ٻڌڻ جي چيني رواج ۽ عورتن جي ماتحتيءَ جي هنن لفظن ۾ مخالفت ڪئي:

"**هاڻي منهنجو اهو ذمو آهي تہ ماضي ۾ اڻ ڳڻين عورتن ڪي مليل فطري ڏک تي دانهن ڪريان، منهن ڪي هاڻي ڪا وڏي خواهش ناهي، بس سواءِ ان جي تہ پنهنجي وقت جي 8 سؤ ملين عورتن ڪي ڏک جي سمنڊ مان ڪڍي ٻاهر ڪريان. منهنجي اها شديد تمنا آهي تہ هاڻي مستقبل جي لاتعداد عورتن لاءِ آزاديءَ ۽ برابريءَ، جون خوشيون اڀرن**".

مصر جي "**احمد فارس ال شدياڪ**" 1855ع ۾ هڪ ڪتاب "One leg cross over the other" ۾ عورتن جي آزادي جي حمايت ڪئي. ساڳئي وقت "**قاسم امين**" پنهنجي ڪتاب "New woman" (نئين عورت) ۾ ساڳئي ئي احساس ڪي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

1880ع ۾ ۽ 1890ع ايران جي ڪيترن ئي مرد دانشورن ۽ ڏاهن عورتن جي حقن جي حمايت ۾ مرد جي گهڻين شادين واري رواج ۽ عورتن جي گوشہ نشينيءَ خلاف لکيو. جڏهن تہ هندستان ۾ "**راجا رام موهن راءِ**" عورتن جي غلاميءَ ۽ ستيءَ جي رسم خلاف احتجاج ڪيو. ڪيترن ئي سياسي ۽ سماج سڌارڪ مردن مثلا **وديا ساگر، راما ڪرشنا، رابندر ناٿ ٽئگور، گانڌيءَ، نهرو** ۽ **سيد احمد** ٻاران پڻ عورتن جي مسئلن تي خصوصي ڌيان ڏنو ويو.

س: ڇا ان عرصي دوران ايشيا ۾ ڪا عورت پڻ ان سلسلي ۾ سرگرم هئي؟

ج: ها. ڪوڙ ساريون عورتون ان وقت سرگرم هيون، جنجا نالا ڳڻائي سگھجن ٿا. اوڻيهين صدي ۾ پڻ عورتون ان جدوجهد ۾ شريڪ رهيون آهن. ماڻهن کي گهٽ ڄاڻ هوندي تہ عورتن جي حقن لاءِ شروعاتي دؤر ۾ هندستان جي "**پندتا راما بائي**" (1922–1858) ڀرپور جدوجهد ڪندڙن ۾ شامل آهي، جنهن هندو ڌرم ۾ مذهبي انتها پرستي تي اعتراض اٿاريا. 1880ع ۾ ٿي هن عورتن جي آزاديءَ تي ڳالهايو ۽ خود بہ آزاد زندگي گذاريائين.

**ڪارتني** (1904-1879) انڊونيشيا ۾ عورتن جي آزادي ۽ تعليم جو بنياد وجهندڙ آهي، جنهن ڇوڪرين جي اسڪول جو رواج وڌو.

ايران ۾ **قرت العين طاهره** (51–1815) پنهنجي خانداني ۽ مذهبي رواجن کي ڇڏي، پردي خلاف مهم جو آغاز ڪيو. هوءَ پاڻ بہ پردو لاهي عوام کي خطاب ڪندي هئي، ۽ ان ئي جدوجهد ۾ ڪيس ماريو ويو.

چين جي **جو جن** (1907–1857) ٽوڪيو ۾ تعليم وٺڻ لاءِ پنهنجي گهر کي خيرآباد چيو هو ۽ پنهنجو پاڻ کي انقلابي سياست ۽ عورتن جي مسئلن لاءِ وقت ڪري ڇڏيو هو. هوءَ پاڻ نہ رڳو اڻ ڪري گرفتار ڪئي ويئي پر سزا پڻ ڪاڌائين، هيءَ اها عورت هئي، جنهن چيو هو تہ

**"برابري جا حق حاصل ڪرڻ لاءِ، انقلاب جي شروعات اسان کي پنهنجي گهرن مان ڪرڻي پوندي."**

**سگلا ۽ گجامن** نونا بہ سري لنڪا جون عورتون آهن، جن جون عورتن جي حقن لاءِ ڪوششون ڳڻائڻ جوڳيون آهن. انهن "عورتن جي ماڻائپ" (feminine passive) جي اجائي تصور کي رد ڪري عورت

جي فرد واري حيثيت کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مگلا. بادشاهہ پراڪرما باهو (پهرئين) جي خلاف بادشاهت بچائڻ لاءِ ويڙهہ پڻ ڪئي هئي، جڏهن تہ گجامن نونا شاعري ڪئي. جيڪا پڻ مردن پاران عورتن لاءِ فحش قرار ڏني ويئي.

بين سماجي تبديلين سان گڏ عورت خلاف. ظلم ۽ استحصال جي صورت (form) ۾ تبديلي اچڻ ڪري عورت سان لاڳاپيل مسئلن جي نوعيت پڻ تبديل ٿئي آهي. تنهنڪري 1980ع ۾ عورتن پاران اٿاريل مسئلا 1880ع ۾ اٿاريل مسئلن کان ضرور مختلف هوندا. اهم ڳالهہ اها آهي تہ ان جا سبب ساڳيا رهن ٿا ۽ پڻ اهي تبديليون ان سڄيءَ جدوجهد جو حصو آهن. جيڪا آزاديءَ لاءِ شروع ٿئي هئي.

هاڻوڪي دؤر جي فيمينزم ڏکڻ ايشيا ۾ جيڪي مسئلا اٿاري رهي آهي، اهي پڻ وڏيڪ نوس ۽ هتان جي زميني ڪلچر سان لاڳاپيل آهن. مثلا ڏاج جو مسئلو. عورتن تي گهرو تشدد. زنا (بالجبر) هڪجيتري مزدوري، تفريق رکندڙ شخصي حق. ۽ عورتن جي منفي ڪردار جي اجائي پروپيگندا. اهي سڀ هتان جا مقامي مسئلا آهن. جيتوڻيڪ انهن مسئلن مان ڪجهہ مسئلا (Issues) مغربي فيمينسٽن پاران پڻ کنيا ويا آهن. پر اهي اسان جي معاشري ۾ پڻ اوپرا ناهن ۽ نہ ئي ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪو ڏکڻ ايشيا جون عورتون. مغربي طرز جي فيمينزم جون پوئلڳ آهن. ان هوندي بہ جيڪڏهن استحصال جون ڪي صورتون (forms) عالمي آهن. تہ يقينا انهن ۾ عالمي هڪجهڙائي جو عنصر ضرور نظر ايندو. اهي مسئلا جيڪي "جنسي آزادي" يا "هم جنس پرستيءَ" وغيره جي باري ۾ مغربي طرز جي فيمينزم پاران اٿاريا وڃن ٿا. سي هتان جي فيمينسٽن پاران ڪڏهن بہ نہ کنيا ويا آهن. حقيقت ۾ ڏکڻ ايشيا جي

فيمينسٽن ڪڏهن بہ مغربي "فيمينسٽ آئڊيالاجي" سان پاڻ کي سلهاڙڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي آهي. (گهڻائي تہ ان آئيڊيالاجيءَ کان واقف بہ ناهي) ۽ نہ ئي ان قسم جي بحث ۾ حصو ورتي، پنهنجي پاڻ کي مغربي فيمينسٽن جي نظرياتي حيثيت ۾ آڻي، ورهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن سڀني حقيقتن جي روشنيءَ ۾ اسان ڪيئن تا چئون تہ ڏکڻ ايشيا جي فيمينزم، مغربي طرز جي فيمينزم آهي! ان ڪري اها هتي لاءِ اجائي بڻجي ٿي.

**س: ڇا، ان جدوجهد جو اڄوڪي دؤر سان بہ ڪو تعلق بڻجي ٿو؟ آخرڪار هاڻي عورتن کي جمهوري حق، تعليم ۽ نوڪرين جا حق ڏنا ويا آهن. اسان وٽ خاتون وزيراعظم سميت ڪيترين ئي عورتون مضبوط سياسي اڳواڻ طور بہ سامهون آيون آهن. ٻين بہ ڪيترن ئي شعبن ۾ عورتن جي نمايان نمائندگيءَ کي ڳڻائي سگهجي ٿو. مثلا اسان وٽ سفير، ڊاڪٽر، انجينئر، وڪيل ۽ پروفيسر عورتون موجود آهن. ان هوندي بہ ڇا عورتن جو ڪو مسئلو آهي، جنهن ڪري اجا بہ فيمينزم جي ضرورت آهي؟**

ج: جيتوڻيڪ، اڄڪلهہ عورتون مختلف جاين تي فعال ڪردار ادا ڪري رهيون آهن ۽ گهڻو ڪري اقتصادي طور تي بہ پاڻ پيرين تي رهيون آهن، پر سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ عورتون گهڻ منافعي واريون نوڪريون ۽ پورهيا ڪن ٿيون ۽ انهن عورتن مان جيڪي اعليٰ سطح جي عهدن تي ڪم ڪن ٿيون، انهن مان بہ ڪي ٿورڙيون ئي عورتون فيصلو ڪندڙ ۽ اعليٰ انتظامي عهدن تي ڪم ڪن ٿيون. ڪم ڪندڙ عورتون بہ گهڻو ڪري خاندان جي اقتصادي مامرن ۾ "مدد ڪندڙ" تصور ڪيون وڃن ٿيون

يا وري اهي عام رواجي ڏڻن ۾ تمام گهٽ پگهار ڪڻن ٿيون. عورتن لاءِ اڪثر چيو وڃي ٿو.

*"Last to be hired and first to be fired."*

جيئن جيئن فيڪٽريون ترقي ڪري رهيون آهن، مشينون، پورهيت عورتن جي جاءِ والاري رهيون آهن، ان ڪري عورتن کي نوڪرين مان نيڪالي ڏني پئي وڃي. ان جو سڀ کان بدتر مثال هندستان جي ٽيڪسٽائيل فيڪٽرين جو آهي، جتي عورتن جو وڏو انگ فيڪٽرين مان ڪڍيو ويو آهي.

ٻئي طرف ڪجهه معاملن ۾ عورتن جي حيثيت واقعي مضبوط ٿي آهي. سري لنڪا ۾ عورتن جي تعليم ۽ عمر ۾ واڌاري جا انگ اکر يقينا متاثر ڪندڙ حد تائين وڌيا آهن. پر جيڪڏهن سڀني ملڪن جو گڏيل جائزو وٺي صورتحال کي پرکجي تہ پتو پوندو تہ عورتون، مردن جي ڀيٽ ۾ هر معاملي ۾ پوئتي آهن. باوجود ان جي تہ اسانجي ٻين ملڪن ۾ عورتون وزيراعظم بڻ رهي چڪيون آهن. سياست ۾ عورتن جي موجودگيءَ واري صورتحال تہ خطرناڪ حد تائين تشويشناڪ آهي. ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن بہ ملڪ جي پارليامينٽ ۾ عورتن جو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ برابر بہ ڪونهي. سو رڳي چند عورتن جي موجودگيءَ سان سڀني ملڪن ۾ عورتن جي حيثيت کي اطمينان بخش نٿو چئي سگهجي.

**س: هاڻوڪيون پاليسيون يقينا عورتن لاءِ نجات جو سبب بڻبيون، جو ان موجب عورتن کي گهرن کان ٻاهر نوڪرين جا موقعا ڏنا پيا وڃن ۽ کين اقتصادي طور پاڻيرو ڪيو پيو وڃي!**

ج: جيتوڻيڪ انهن تبديلين سان ڪجھ عورتن کي فائدو ضرور پهچندو پر انهن جو انگ تمام گهٽ آهي، جنهن کي وڌائڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن عورتن کي گهر کان ٻاهر ڪم ڪرڻ جي ضرورت ۽ خواهش هجي تہ اهي ضرور گهر کان ٻاهر نڪري ڪم ڪنديون. ساڳئي وقت اسان انهن پاليسين جي پڻ سخت مخالفت ڪريون ٿا، جيڪي عورتن جي پورهئي ۽ محنت جي استحصال لاءِ ڪتب آنديون وڃن ٿيون، مثلاً گهٽ مزدوري ڏيڻ، پورهئي لاءِ ناقص ماحول فراهم ڪرڻ، ڪم جو واڌو بار، يونين ناهڻ جي آزاديءَ جو انڪار ۽ سندن جنسي استحصال وغيره. هتي اهو ٻڌائڻ بہ ضروري ٿيندو تہ عورت جي آزاديءَ لاءِ اقتصادي آزادي نهايت ئي اهم آهي، پر رڳي اقتصادي آزادي پڻ ڪافي ناهي. اقتصادي طور ٻاڻيرين عورتن کي پڻ مردن ۽ خاندانن تي وڏيڪ ڀاڙڻو پوندو آهي، ۽ ڪين گهرن ۾ پڻ ان جنسي تفريق ڪي منهن ڏيڻو پوندو آهي، تنهنڪري اقتصادي آزاديءَ واري ويڙهہ، عورتن جي جدوجهد جو فقط هڪ رُخ آهي.

**س: جيڪڏهن يقيني طرح اسان ترقي ڪرڻ چاهيون ٿا تہ اسان کي استحصال جي انهن سيني صورتن کي ڪجھ وقت تائين برداشت ڪرڻو پوندو ۽ جڏهن اسان ترقي يافتہ ٿي ويندا سين تہ اهي منفي ڳالهيون پاڻهي ئي ختم ٿي وينديون؟**

ج: حقيقت ۾ اهڙي ڪا بہ خاطري يا گارنٽي ناهي تہ ترقيءَ سان اهي منفي ڳالهيون پاڻهي ئي ختم ٿي وينديون. ماضيءَ جا تجربا اهو ثابت ڪن ٿا تہ اڪثر ائين نہ ٿيو آهي. ترقيءَ جو جيڪو نمونو يا ماڊل اسان ڪٿون ٿا، اهو اصل ۾ سرمايہ دارانہ طريقہ پيداوار تي ٻڌل آهي ۽

تاريخي طور تي سرمايه دارانه ترقي عورت جي مخصوص رول تي وڏيڪ زور ڏيئي عورت جي استحصال کي پڻ شدت ونرائي تي. مثال طور يورپ ۾ گهر پيداوار جو بنيادي مرڪز هوندو هو ( ان ۾ ڪاڏو، ڪپڙو، صابڻ ۽ ميڻ بتيون وغيره تيار ٿينديون هيون) ۽ عورتون نه رڳو ان ۾ پيداواري عمل ۾ شامل هونديون هيون، پر ان سان گڏ زراعت ۽ جانورن جي پالنا ۾ پڻ سندن هٿ هوندو هو. ليڪن صنعتي انقلاب سان عورت جي ان مخصوص ڪردار ۾ پڻ تبديلي آئي. هڪڙي طرف غريب عورتن کي گهٽ مزدوريءَ ۽ معاوضي تي فيڪٽرين ۽ ڪاڻين ۾ گهٽ ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو. جنهن دوران عورت ٻارن جي شڪل ۾ پورهيتن جي نئي نسل کي به جنم ڏيندي رهي. ٻئي پاسي بورجوازي عورتن کي سندن گهرن ۾ گهريلو عورت. بنائي صرف ٻارن جي پيدائش تائين محدود ڪيو ويو ته جيئن اهي پنهنجا وارث پيدا ڪنديون رهن. ان جي برخلاف اهي بورجوازي عورتون، جن گهرن ۾ واڙيل ان محدود ڪردار ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو، تن کي نه رڳو برادريءَ (Community) مان خارج ڪيو ويو، پر ڪن صورتن ۾ ته ان انڪار جون ڪين ڳريون سزائون پڻ ڏنيون ويون. ان آئڊيالاجيءَ تحت هميشه غريب عورتن جو استحصال ڪيو ويندو رهيو آهي ۽ امير عورتن کي اڪيلو ڪيو ويندو آهي. اسانجي ملڪن ۾ به ترقيءَ جي ساڳي ئي ماڊل جي موجودگيءَ جي ڪري اهي ساڳيا لاڙا اڄ ۾ ئي موجود آهن. جيڪي اجا وڌيڪ ترقيءَ سان ختم ٿيڻ بجاءِ وڌيڪ شدت سان اُڀري سامهون ايندا.

**س: پر. ارڙهين صديءَ جي يورپ جي ترقيءَ جو ڏکڻ ايشيا جي عورت سان ڪهڙو واسطو آهي؟**

ج: يورپ شاهي سڌيءَ طرح يورپي سرمايہ داري نظام کي انهن ملڪن سان ڳنڍي انهن ۾ تبديليون آنديون. جيڪي ان جي بينڪي راڄ جو حصو رهيا آهي تبديليون فقط سياسي ۽ انتظامي نہ هيون. پر ان سان گڏو گڏ انهن. اڳ ۾ موجود اقتصادي سماجي نظام ۾ پڻ تبديليون آنديون. جن بينڪي نظام تحت اتان جي ماڻهن جون زندگيون تباهہ ڪري ڇڏيون. ۽ ان نئين نظام جي لاڳوتيڻ سان اتان جون مقامي عورتون خاص طور متاثر ٿيون. بينڪي آقائن جي پاليسين ۽ عملن. عورتن جي حيثيت کي اجا وڌيڪ بدتر بنائي ڇڏيو. مثال طور اڳ ۾ عورتون کاڌي جو پيداواري ڪم سنڀاليندي هيون. بينڪي نظام موجب پوءِ آهي عورتون جيتوڻيڪ ساڳئي پيداواري ڪم سان لاڳاپيل تہ رهيون. پر ان جو نمونو (form) تبديل تي ويو. انهن کي ناڻي واري فصل (Cash crops) ڏانهن موڪليو ويو. مثلن چانهن. ڪافي ۽ ربڙ وغيره جي پوکن تي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪلڻ سان گڏوگڏ ڪين فيڪٽرين ۽ کاڻين ۾ پڻ موڪليو ويو.

يورپ وانگي ڏکڻ ايشيا ۾ پڻ بورجوازي عورتن کي گهر تائين محدود ڪيو ويو. بعد ۾ کين ڪجهہ تعليم ۽ ڪجهہ بنيادي حق بہ ڏنا ويا. ان کان سواءِ ان نظام جا سمورا بنيادي قانون "پدر شاهي" تي ٻڌل هئا. جنهن ۾ مرد ئي خاندان جو سربراهہ هوندو هو. تنهنڪري سرمائي ۽ موڙيءَ جي ترقيءَ ۽ واڌ ويجهہ سان يورپ توڙي ان سان واڳيل ڪالونين (بينڪن) ۾ پڻ سماجي نظام مضبوط ٿيو. عورتن جو گهريلو پيداوار وارو بنيادي حق کسجي ويو. ڇو تہ آهي شيون هاڻ فيڪٽرين ۾ ٺهڻ لڳيون تنهنڪري اهي عورتون گهر ۾ ئي قيد ٿي ويون.

اوڻويهين صديءَ ۾ بينڪي آقائن پاران شروع ڪيل سرمايہ دارانہ ڪلچر. پدر شاهي سماج تي زور ڏيئي. پدر شاهي سماجي اقتصاديات ۽ قدر وڌيڪ پختا ڪيا. بدقسمتي سان اسان جن ملڪن ۾ پنهنجي بينڪي آقائن سان لاڳاپا اڄ ڏينهن تائين قائم آهن. نہ رڳو اقتصادي

نظام پر، اسان جو سياسي، قانوني ۽ تعليمي سرشتو پڻ اجا تائين برطانوي نظام تي ٻڌل آهي.

**س: ڇا توهان "پدرشاهي" جي وضاحت ڪندؤ؟ ڇاڪاڻ تہ اهو لفظ تمام گهڻو ٻڌو ويندو آهي.**

ج: ان جي لفظي معنيٰ تہ "پيءُ" يا "بادشاهہ" آهي. اهو لفظ اُن سماجي نظام ڏانهن اشارو ڪري ٿو، جنهن موجب پيءُ، خاندان جي سيني ڀاتين کي، سڄي ملڪيت ۽ خاندان جي سيني اقتصادي ذريعن کي ڪنٽرول ڪري ٿو ۽ سڄي خاندان جا سڀ فيصلا سندس هٿن ۾ هجن ٿا. اهو سماجي نظام ان نظرئي يا عقيدي کي ظاهر ڪري ٿو تہ مرد عورت کان مٿاهين حيثيت رکي ٿو، تنهنڪري عورتن کي مرد جي ڪنٽرول ۾ رکجي ان ئي خيال تحت هوءَ مرد جي ملڪيت جو حصو آهي. ان قسم جي سوچ ئي اسانجي ڪيترن ئي مذهبي قانونن ۽ رواجن جو بنياد بڻجي ٿي. اسانجي اخلاق ۽ قانون جا ٺهيا معيار پڻ مردن کي عورتن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اهميت ڏين ٿا. جيڪي پڻ پدر شاهي تي ٻڌل آهن.

هاڻي جڏهن اسان اهو لفظ استعمال ڪريون ٿا تہ اهو ان نظام ڏانهن اشارو ڪري ٿو، جيڪو عورتن کي نجي توڙي عوامي دائري ۾ دٻائي، ماتحت بنائي ٿو.

**س: جيئن تہ عورتن پنهنجن گهر سان واڳيل هجن ٿيون، تنهنڪري اُهي ڪم واري جاين تي مردن جي ڀيٽ ۾ گهٽ پيداواري ڪم ڪن ٿيون. ڇا، ان سڄي اڻ برابريءَ جو ڪارڻ اهو تہ ناهي؟**

ج: سرمايہ داري نظام ان دليل کي ان بنياد تي استعمال ڪري ٿو تہ گهرجي سربراهہ جي حيثيت ۾ مرد کي ئي family wages (ڪٽنب جي مزدوري) ملي ٿي. جنهن ۾ سندس، سندس ٻارن جي ۽

سندس جي مزدوري پڻ شامل هجي ٿي. ان لحاظ کان پيداواري ڪمن ۾ عورت جي شرڪت محض ڪٽنب جي ”مدد“ لاءِ هجي ٿي، تنهنڪري ڪيس مرد جي ڀيٽ ۾ گهٽ مزدوري ڏني وڃي ٿي، جڏهن تہ حقيقت ان دليل جي بنهہ برخلاف آهي. ڪيترن ئي ملڪن ۾ مشاهداتي مطالعي دوران اها ڳالهہ چٽي ٿي سامهون آئي آهي تہ ڪيترن ئي ملڪن ۾ پنجويهہ کان چاليهہ سيڪڙو خاندانن ۾ عورت ئي واحد ڪمائيندڙ آهي ۽ اهي سڀ عورتون گهٽ معاوضي وارين نوڪرين تي ڪم ڪندڙ ۽ غربت ۾ زندگي گذاريندڙ آهن. اهي عورتون سرمايہ دارانہ پدر شاهي سماج جي مٿي بيان ڪيل تصورن موجب تفريق جو شڪار ٿين ٿيون. اهو بہ بلڪل صحيح آهي تہ ڪين فيڪٽرين ۾ ڪم ڪرڻ يا ٻنين ۽ پوکن ۾ ڪم ڪرڻ سان گڏوگڏ گهريلو ڪمن کي پڻ گهڻو وقت ڏيڻو پوي ٿو، مثلن ڪاڌو پچائڻ، صفائي ڪرڻ، ڪپڙا ڌوئڻ، ڪانيون ڪرڻ، ٻارن جي سار سنڀال لهڻ ۽ ٻيا بہ ڪيترائي ڪم سندن ٻلي آهن. اهڙي طرح عورتون ٻٽو پورهيو ڪن ٿيون ۽ ٻٽو بار کڻن ٿيون، وڌيڪ وضاحت سان ائين بہ بيان ڪري سگهجي ٿو تہ عورتن تي معاوضي واري پورهئي (جيڪو اهي گهر کان ٻاهر ڪن ٿيون) ۽ بنا معاوضي واري پورهيئي (جيڪو اهي گهرن ۾ سرانجام ڏين ٿيون) جو ٻٽو بار آهي، ۽ اهو ئي بار عورتن لاءِ سٺين نوڪرين، تربيتن وٺڻ ۽ ٻين پروفيشنل (ڪاروباري) ترقين حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ بڻجي ٿو.

**س: ان ڪانسواءِ ماڊرنائيزيشن (جديديت) يقينن عورت کي سماج ۾ حقيقي جاءِ ڏيندي، گهرو ڪمن ڪارين مان ڪيس نجات ڏياريندي ۽ عورتون ٻاهر ڪم ڪري اقتصادي طور آزاد ٿي سگهن ٿيون.**

ج: شاھديون اھو ٻڌائين ٿيون تہ مرداني تعصب ھيٺ جديديت (Modernization) جي تصور ۽ ان جي لاڳو ٿيڻ جي عمل ۾ عورتن کي پاسيرو ڪيو ويو آھي ۽ ان عمل گھٽ ۾ گھٽ ھنڌن تي کين گھر کان ٻاھر ڪم ڪرڻ کان پڻ روڪيو ويو آھي. مثلا انڊيا ۽ پاڪستان جي ڪجھ حصن ۾ پنجاب ۾ سبز انقلاب ھيٺ جديد زرعي مشينون آئي عورتن کي زراعت جي رواجي ڪم کان فارغ ڪيو ويو. ٽيڪنيڪل ھنرن ۾ پڻ فقط مردن کي تربيت ڏيئي عورتن کي بيروزگاري ڏانھن ڌڪيو ويو. ٻئي طرف ائين بہ ٿيو تہ پئسا ۽ دولت اچڻ جي ڪري آبادگارن پنھنجين عورتن کي گھر ۾ ويھاري امير طبقي سان ڪلھو ھڻڻ جي ڪوشش ڪئي جنھن پڻ عورتن جي صلاحيتن کي گھرن تائين محدود ڪري ڇڏيو. سري لنڪا ۾ مھاويلي اسڪيم جي نتيجي ۾ پڻ اھي ئي مسئلا پيدا ٿيا. آزاد ۽ اڪيلين عورتن کي تمام ٿوري زمين الاٽ ڪئي ويئي، نتيجتا اھي عورتون قرض حاصل ڪرڻ، ٽريننگ حاصل ڪرڻ کان محروم ڪيون ويون. کين زبردستي گھٽ مزدوري ۽ بنا ھنر وارين نوڪرين ۾ موڪليو ويو يا پوءِ کين گھرن ڏانھن واپس موڪلي اقتصادي طور تي پاڻ ڀري ٿيڻ جي موقعن کان محروم رکيو ويو. ساڳيو ئي لاڙو بنگلاديش ۽ نيپال ۾ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تنھنڪري اسانجن ملڪن ۾ ان جي صفا گھٽ اميد رکي سگھجي ٿي تہ ترقي ۽ ماڊرنائيزيشن عورت جي رتبي کي بھتر بنائيندي. ان ڪري فيمينسٽن لاءِ اھو ضروري ٿي پوي ٿو تہ ان قسم جي ترقي جي نقصانن کي اجاگر ڪري سامھون آڻين جيڪي عورتن کي پوئتي ڌڪين ٿا ۽ ان سان گڏوگڏ فيمينسٽن جو اھو بہ فرض بنجي ٿو تہ اھي اجا وڌيڪ بھتر پاليسين ۽ پروگرامن جي گھر ڪن.

**س: ڇا توھان ان عورت کي فيمينسٽ سڏيندؤ جيڪا فقط "گھريلو عورت" ٿيڻ جو فيصلو ڪري؟**

ج: سڀ کان پهرين ڳالهه تہ اسان ڪنهن بہ عورت کي "فقط" گهريلو عورت ڪونہ ٿا مڃيون. ڇاڪاڻ تہ اسان ڇاٿون ٿا تہ گهريلو عورت ڇا ڇا ڪري سگهي ٿي. فيمينسٽ ڪڏهن بہ گهريلو عورت کي گهٽ درجي واري عورت نہ سمجهيو آهي، ۽ نہ ئي ڪڏهن ان کي ڪمتر سمجهيو آهي. حقيقت ۾ اسانجي خاص جدوجهد ئي اها آهي تہ گهريلو ڪم کي پڻ پيداواري حيثيت سان سڃاتو وڃي ۽ اهي عورتون جيڪي گهرو ڪم ڪن ٿيون انهن کي پڻ ان پيداواري قدر جي حوالي سان سڃاتو وڃي. جيڪڏهن گهرو ڪم اها عزت ۽ اهميت حاصل ڪري وٺندو، جيڪا ان جو حق آهي تہ مرد پڻ نہ رڳو ان ڪم کي مڃتا ڏيندا پر ائين بہ ممڪن آهي تہ پوءِ عورتون پاڻ اهو ڪم ڪندي کو عار محسوس نہ ڪن.

اها عورت جيڪا گهرو عورت ٿيڻ جي چونڊ ڪري ٿي ۽ ان ۾ پنهنجي انفراديت ۽ صلاحيت کي مڪمل طور استعمال ڪري ٿي، اها پڻ فيمينسٽ عورت ليکي سگهجي ٿي. فيمينسٽ ٿيڻ لاءِ اهو قطعي ضروري ناهي تہ گهر کان ٻاهر ڪم ڪيو وڃي، اهو عورت جي پنهنجي چونڊ (choice) تي ڇڏيل آهي، پر شرط اهو آهي تہ ان لاءِ کيس مردن جيترائي موقعا فراهم ڪيا وڃن ۽ پوءِ کيس حقيقي چونڊ جو موقعو ضرور ڏيڻ کپي. ڇو تہ پنهنجي مرضي جو استعمال ئي سڀ کان اهم آهي. اسان پڻ اهو ئي چاهيون ٿا تہ جيڪڏهن ڪا عورت سمورو وقت گهرو عورت جيان رهڻ ٿي چاهي تہ کيس ٻاهر ڪم ڪرڻ جو حق ڏنو وڃي. پر ان جي چونڊ جو فيصلو حقيقت ۽ سچائيءَ تي ٻڌل هئڻ کپي. اها مرضي، اها چونڊ ڪنهن بہ صورت ۾ حالتن تي منحصر نہ هجي، ائين قطعي نہ ٿيڻ کپي تہ ٻين جي دٻاءَ ۾ اچي اهو فيصلو ڪيو وڃي يا پوءِ ان فيصلي کانسواءِ ٻي ڪا صورت ئي نہ هجي. ان فيصلي ڪن لمحي ۾ اهو طئي ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي تہ ڪهڙو "حالتن" جو فيصلو آهي ۽ ڪهڙي "آزادانہ چونڊ"

آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان اهڙين حالتن ۾ وڏي وڏا ٿيون ٿا، جو اسان جون خواهشون، اسانجون اميدون انتهائي محدود ٿيـن ٿيون ۽ پوءِ ڪڏهن ڪڏهن اسان اهي خار جي حالتون ۽ ڪيفيتون پنهنجي اندر ۾ ائين لاهي ڇڏيندا آهيون، (Internalize) ڪري ڇڏيندا آهيون، جو پتو ئي نہ پوندو آهي تہ اها اميد يا خواهش يا چونڊ اسانجي پنهنجي آهي يا وري ٻاهرين ڪيفيتن جو اولڙو آهي. ان ڪري، اسان بار بار اهو چوڻ گهرون ٿا تہ ان صورت ۾ ڪل وقتي گهرو عورت ٿيڻ جي چونڊ ڪري سگهجي ٿي، پر شرط آهي تہ ان لاءِ نہ رڳو اها خود مطمئن هجي پر گڏوگڏ هوءَ پنهنجي شخصي ۽ فرد جي حيثيت ۽ آزادي برقرار رکي سگهن ۽ سندس ساٿي مٿس ان ڪري حڪم نہ هلائي سگهي تہ هوءَ ڪمائي نٿي پر ان گهر ۾ پڻ کيس برابري ۽ عزت وارو رتبو حاصل هجي. فيمينزم اها ناهي تہ عورتن لاءِ اهو تجويز ڪجي تہ اهي ڇا ڪن ۽ ڇا نہ ڪن. فيمينسٽ تہ ان سماج ۽ معاشري لاءِ وڙهي رهيا آهن. جتي عورت کي چونڊ جي آزادي هجي، جتي کيس ڪير گهرو عورت ٿيڻ لاءِ مجبور نہ ڪري، جتي کيس خاص عورتپڻي وارو ڪردار ادا ڪرڻ ۽ گهٽ مزدوريءَ تي نوڪرين لاءِ مجبور نہ ڪيو وڃي. انهن سان سماج ۽ معاشري ۾ هميشہ عزت ۽ احترام وارو ورتاءُ ڪيو وڃي. اسان عورت ۽ مرد جي بنياد تي ٿيندڙ مخالفت کي رد ڪريون ٿا ۽ عورت ۽ مرد جي ان روايتي ڪردار کي پڻ نہ نديون ٿا. جنهن ۾ ڪين الڳ الڳ خانن ۾ ورهايو وڃي ٿو.

هر ڇوڪريءَ، جيڪي ڪجھ ڪرڻ چاهي، تہ کيس ان جي آزادي ۽ موقعو ملڻ کپي. اها ڇوڪري جيئن تہ ڇوڪريءَ ٻار تي پيدا ٿئي آهي، ان ڪري هرو ڀرو گڏيون ۽ ٽانو ٽپا سندس فطري رانديڪا نٿا ٿي سگهن. نہ ئي کيس اهڙن مخصوص ڪپڙن پائڻ تي مجبور ڪيو وڃي جن ۾ هوءَ پنهنجي پاڻ کي سوگهو محسوس ڪري. نہ ئي کيس گهر جي چوديواري

۾ قيد ڪيو وڃي، نہ ئي ڪيس هوم اڪنامڪس يا گهريلو سائنس ڏانهن ڌڪيو وڃي يا وري ڪيس هرويرو بہ نوڙت ۽ نهٺائي سيکاري وڃي تہ جيئن شادي ڪانپوءِ هوءَ پنهنجي مڙس جي گهر ۾ سيٽ ٿي سگهي. فيمينسٽ انهن سڀني مسئلن سان لاڳاپيل آهن، جيڪي ظاهري طرح سادا ۽ گهرائي ۾ انتهائي حساس ۽ جائز آهن.

فيمينسٽ صرف عورتن جي ئي مسئلن مثلن زنا، زالن کي مار ڏيڻ، چمر روڪ جي طريقن ۽ هڪجيتري مزدوريءَ سان واسطو نٿيون رکن، اسان مان گهٽائي ان ڳالهہ تي يقين رکي ٿي تہ دنيا سان تعلق رکندڙ هر مسئلو عورت جو مسئلو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان سان عورتون بہ ساڳيءَ ئي ريت متاثر ٿين ٿيون. **تنهنڪري فيمينسٽ هر قسم جي اڻ برابريءَ، بالادستيءَ ۽ ظلم جي خلاف آهن، جيڪو ڪنهن بہ سماجي، اقتصادي، قومي يا بين الاقوامي حالتن جي نتيجن ۾ پيدا ٿئي ٿو.** پنهنجي شخصي ۽ قومي زندگي جي دائري ۾ پڻ فيمينسٽن کي سڀني مسئلن کي عورت جي نڪتہ نگاهہ سان، فيمينسٽ اڪ سان ڏسڻو آهي، تنهنڪري هر مسئلي تي پوءِ ڪٿي اهو نيوڪلئر جنگي مامرا هجن، ٻن ملڪن جي وچ ۾ جنگ جا معاملا هجن، ترقياتي پاليسيون هجن، انساني حق يا شهري آزادي يا ماحولياتي مسئلا هجن، فيمينسٽ، انهن سڀني مسئلن کي فيمينسٽ نڪتہ نگاهہ سان ڪٿن ٿيون. ان حقيقت جي باوجود تہ وٽن انتهائي محدود انساني ۽ ٻيا وسيلا آهن، تنهن هوندي بہ اهي انهن سڀني مسئلن کي ضرور ڪٿن ٿيون.

سري لنڪا ۾ عورتن جون تنظيمون لساني جهيڙن جي سياسي حل لاءِ سرگرم آهن. پاڪستان ۾ عورتون همت ۽ بهادريءَ سان عورت مخالف پراڻن قانونن خلاف وڙهي رهيون آهن. جيڪي اسلام جي نالي ۾ مٿن لاڳو ڪيا ويا آهن. ان ڪري ڪين مارشل لاءِ ۾ فوجي مخالفت سان گڏوگڏ بنياد پرستن جي مخالفت کي پڻ منهن ڏيڻو پيو آهي. هندستان ۾

عورتون ڪيترن ئي مسئلن تي جدوجهد ڪري رهيون آهن، جنهن ۾ ماحولياتي مسئلا ۽ برادريءَ جو تشدد پڻ شامل آهي. ڏکڻ ايشيا ۾ عورتن جون تنظيمون حڪومتن جي ترقياتي پاليسين ۽ منصوبن تي پڻ تنقيدي نظر رکن ٿيون. ان سان گڏوگڏ اهي ملڪي ۽ قومي مسئلن کي پڻ فيمينسٽ اک سان ڏسن ٿيون.

**س: ڪٿي ائين ته ناهي فيمينسٽ گروپن تمام ننڍين ۽ معمولي شين تي گهڻو ڪم ڪيو آهي. مثلا هڪ عورت کي جيڪڏهن "چيئرمين" چئجي ٿو ته ان تي به اهي اعتراض وارين ٿيون. يقينن، اسان سڀ ڪجھ تبديل نه نٿا ڪري سگهون.**

ج: جيتوڻيڪ اهڙي قسم جي ٻوليءَ جو مسئلو فيمينسٽ وٽ ڪڏهن به وڏي مسئلي جيان نه رهيو آهي ۽ نه ئي اسانجي جدوجهد جو ڪو گهڻو حصو ان تي خرچ ٿئي ٿو. ان باوجود به اسان ان جي غلط استعمال کي يقينا تبديل ڪرڻ چاهيون ٿا، ڇو ته ان جي پويان پڻ نظرياتي، تاريخي ۽ ڪلچرل پس منظر شامل آهي. ان ڪري اسان صرف اهو تسليم ڪرائڻ چاهيون ٿا ته اسان جي ٻولي پڻ ان جنسي تعصب جو شڪار آهي، جيڪا مرد جي برتريءَ کي ظاهر ڪري ٿي. مذهب ۽ نظريئي وانگر ٻولي پڻ ان مردانه تعصب کي قائم رکي ٿي ۽ رڳو مرد جي نڪته نگاهه کي پيش ڪري ٿي. تنهنڪري اسان کي اهو سڀ ڪجھ قبول ڪرڻ ۽ مڃڻ کپي هر اها شيءِ رد ڪرڻ کپي، جيڪا اسانجي وجود کي مڃڻ کان انڪاري آهي يا اسانجي سماجي ڪردار کي مڃتا ڏيڻ ۾ رڪاوٽ آهي. اڳي عورتون انهن شعبن ۾ شامل نه هيون. جڏهن ڪي به عورتون اعلي عهدن تي، ڪانڊين ۾، رپورٽنگ واري فيلڊ ۾ نه هيون ۽ نه وري ڪي سائنسدان يا ماهر دينيات هيون، تنهن وقت ٻوليءَ ۾ اهڙا اصطلاح شامل ڪيا ويا، جيئن چيئرمين، اسپورٽس مئن، ميڊيا مئن،

وغيره. هاڻي ٻوليءَ جا اهي لفظ ۽ اصطلاح پراڻا، بي معنيٰ ۽ مدي خارج محسوس ٿين ٿا. ڇو ته سماجي حالتون تبديل ٿي چڪيون آهن، تنهنڪري اهو انتهائي ضروري ٿو لڳي ته ٻولي ۾ ساڳيا اصطلاح تبديل ڪري مثلن چيئرپرسن، اسپورٽس وومين، ميڊيا وومين، ون وومين شو جهڙا اصطلاح استعمال ۾ آندا وڃن. ان لاءِ ڪنهن خاص وڏيءَ جدوجهد جي ضرورت به ناهي بس اسانجي شعوري ڪوشش ئي انهن اصطلاحن کي اسانجي ٻوليءَ جو حصو بڻائي سگهي ٿي.

**س: ڇا فيمينسٽ عورتون گهرن جو سڪون برباد نه ڪري رهيون آهن؟**

ج: چڱو، اسان اهو الزام قبول ڪيون ٿا ته گهڻيون ئي فيمينسٽ عورتون يقينا گهر تباهه ڪن ٿيون (لفظ "سڪون" تي اسان بعد ۾ ڳالهائينداسين) پر اهي عورتون ته فقط ائين ئي ڪن ٿيون جيئن ڪي اڇوت يا هريجن، برادريءَ جو امن ۽ سڪون برباد ڪن ٿا، جڏهن اهي برادريءَ پاران ٿيندڙ وڏيڪ بيعزتي ۽ لعنتائي ڪٽڻ کان انڪاري ٿين ٿا. هيءُ عورتون ائين ئي گهر تباهه ڪن ٿيون، جيئن هاري يا پورهيت پنهنجي استحصالي مالڪن خلاف اٿي ڪنهن ڳوٺ يا فيڪٽريءَ جو سڪون برباد ڪري ٿو ۽ اهو امن ۽ سڪون به فقط تڏهن ئي برباد ڪيو ويندو آهي، جڏهن هڪ شخص يا هڪ طبقي جو سڪون ٻئي شخص لاءِ زهر يا موت برابر بنجي ويندو آهي.

ڇا، هر سال ٻار ڄڻيندڙ، روزانو گهر سان لاڳاپيل ساڳين ئي غير تخليقي ڪمن کي منهن ڏيندڙ عورت، جيڪڏهن پنهنجي ان ڪردار ۽ رول تي غصو ڪائي، چڙي ۽ دانهن ڪري ته ڇا ان عورت کي گهر ڦٽائيندڙ عورت سڏينديءُ؟ جيڪا پنهنجي مڙس جو پاڇو ٿي، پنهنجي زندگيءَ کي سندس خيالن ۽ خواهشن جو پڙاڏو بڻجي جيئڻ کان انڪار

ڪري تہ ان عورت کي ڇا. فساد ڪندڙ. مشڪلاتون پيدا ڪندڙ عورت ڇئبو؟ جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي وجود کي اهميت ڏيئي پنهنجي لاءِ زندگي گذاري، پنهنجي خواهشن ۽ خيالن مطابق هلي ۽ جيڪا عورت "آئيڊيل"، "پنهنجو پاڻ پيش ڪندڙ"، "قرباني ڏيندڙ"، "پنهنجو وجود گم ڪري ڇڏيندڙ زال" ٿيڻ نہ چاهي تہ ان کي توهان گهر ڦٽائيندڙ عورت سڏيندؤ يا ان مرد کي جيڪو کيس ائين ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو. حقيقي معني ۾ اهو مرد ئي گهر"تباهہ ڪندڙ" آهي. فيمينسٽ (معني آهي عورتون جيڪي عزت ۽ عظمت چاهين ٿيون). گهرضرور بگاڙين ۽ ڊاهين ٿيون، پر "پرسڪون" ۽ "پر امن" گهر نہ، ڇاڪاڻ تہ گهرن جو "سڪون" تہ فقط باهريون ڏيکاءُ آهي. حقيقت ۾ ان جي پويان اڻ ڳڻين عورتن جا ضربيل جذبا، خواب، خواهشون ۽ ڏنگيل، اڌ واڌ ٿيل شخصيتون لڪل هونديون آهن. ڪيترن ئي زمانن کان عورتن ان نا انصافيءَ واري سلوڪ تي احتجاج نہ ڪيو آهي. تنهنڪري ئي شايد اهو مفروضو سچ سمجهيو ويو آهي تہ سندن گهر سدائين "پرسڪون" ۽ "پر امن" رهيا آهن. ڪيترن ئي زمانن کان عورتن، پنهنجي مردن کي گهرو ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ لاءِ، رات جو ٻارن لاءِ ننڊ مان اٿڻ لاءِ نہ چيو آهي تہ ائين سمجهيو ويو آهي تہ سندن گهرن ۾ ڪو سدائين سڪون رهيو آهي. جڏهن کان عورتن انهن نا انصافين لاءِ ڳالهائڻ ۽ برابريءَ لاءِ چوڻ شروع ڪيو آهي، تڏهن کان مٿس گهر ڦٽائڻ جا الزام لڳڻ شروع ٿيا آهن. جڏهن کان عورتن پنهنجي بيعزتي تي، پنهنجي مونجهہ ۽ پنهنجي درد لاءِ ڪڙهڻ ۽ چڙڻ شروع ڪيو آهي، انهن جو اظهار ڪرڻ سکيو آهي تہ "سڪون" برباد ٿيڻ شروع ٿيو آهي ۽ پوءِ نيٺ کيس گهرن ۾ اهي اکر ٻڌڻا پون ٿا تہ:

"سڄي ڏينهن جي ڪم ڪار کان پوءِ ڇا مان ان لاءِ گهر واپس آيو آهيان تہ اهي شڪايتون ٻڌان. هيءَ ناگوار حالت ڏسان."

اچو تہ، اجان بہ ڏيجهو ٿي. وڌيڪ ويجهڙائيءَ سان پنهنجي گهرن جي جانچ ونون ۽ اها شاهدي ڪافي ٿيندي تہ اسان اهو ڏيکاريون تہ، جهيڙا، تصادم، ٽينشن ۽ تشدد گهرن اندر ئي موجود آهي. ڪروڙن گهرن جي شروعات زالن کي مار موچڙي، گار گند ۽ بيعزتين سان ٿئي ٿي. ڪروڙن گهرن ۾ اجا تائين "ڌيءُ ٻار" جي پيدائش کي خراب سنئون سمجهيو وڃي ٿو. ننڍڙن معصوم ٻارڙن ۾ ڌيئرن جي موت جو انگ هميشہ وڌيل آهي. سائنسي ترقيءَ جي مدد سان هاڻي هندستان ۾ ماءُ جي پيٽ ۾ ئي ٻار جي جنس معلوم ڪري، ڌيءَ وارو گرڀ ڪرايو ٿو وڃي. اجا وڌيڪ ريسرچ سان ظاهر ٿيو آهي تہ ڌيئرن کي ماءُ جي ٿڃ پٽن جي پيٽ ۾ صفا ٿوري عرصي لاءِ ڏني وڃي ٿي. پٽن جي پيٽ ۾ ڪين گهٽ کاڌو ۽ طبي سهولتون بہ گهٽ ڏنيون وڃن ٿيون. ڇا، عورتن لاءِ اهو سڀ ڪجهه آسان ۽ "پرسڪون" آهي؟ ڇا اهو پڻ "پرسڪون" آهي تہ ڪنوارين کي گهٽ ڏاج آڻڻ تي ساڙيو وڃي. سندن جسماني عضون کي وڍيو ۽ چچريو وڃي.

ان باوجود بہ اهي مرد جيڪي اهڙي قسم جو سڪون هر قيمت تي برقرار رکڻ چاهين ٿا، انهن برهمڻن وانگر آهن، جيڪي ذات پات جي نظام کي قائم رکي، اڇوتن کي نيچ سمجهي چون ٿا تہ هندستان جي ڳوٺن ۾ سڪون قائم آهي. يا پوءِ انهن زميندارن وانگر آهن، جيڪي "بانڊيڊ ليبر" جي نظام کي قائم رکي چون ٿا تہ "ماحول پر سڪون آهي." ڇا، اها منافقي ناهي تہ اهي ترقي پسند ماڻهو، ان وقت انهن رواجن جا دعويدار تي ويهي رهن ٿا، جڏهن عورت جو مسئلو سامهون اچي ٿو. جو اهي ساڳيا ماڻهو هارين ۽ پورهيتن تي اهو ساڳيو سڪون برباد ڪرڻ وارو الزام نٿا هڻن، جڏهن اهي نظام تبديل ڪرڻ گهرن ٿا يا ان جي ڪوشش ڪن ٿا. پر فقط اهي عورتون جيڪي پاڻ کي پيڙهيندڙ نظام کان، ان قيد کان انڪاري آهن. انهن تي ئي "سڪون برباد ڪندڙ"

جو الزام اچي ٿو. ڇا اهو خود پدر شاهي نظام ناهي، جيڪو عورتن کي تباهہ ڪندو ۽ سندن شخصيت کي برباد ڪندو ٿو اچي. اها ڳالهہ مردن کي سمجهہ ۾ اچڻ کپي تہ "سڪون برباد ڪندڙ" ۽ گهر ڦٽائيندڙ، عورتون نہ، پر اهو "پدر شاهي سماجي نظام" آهي.

فيمينسٽ عورتون تہ گهر ۽ خاندان جي خلاف بہ ناهن، پر اسان فقط ايترو چوڻ چاهيون ٿيون تہ گهر ۽ خاندان کي بچائڻ جو واحد طريقو ۽ واحد رستو فقط اهو آهي تہ مرد ۽ عورت جي تعلق جي فطرت (نيچر) ۾ تبديلي آڻجي. سڪون فقط عورت جي قيمت تي گهڻي وقت تائين قائم نہ رهي سگهندو. اسان گهر کان ٻاهر جمهوريت تي ڳالهائي نہ ٿيون سگهون، جيستائين گهرن ۾ مردن جي آمريت برقرار آهي. حقيقت۾ اسان يقين رکون ٿا تہ اصلي جمهوريت ۽ برابري وارا سماج تڏهن ئي قائم رهي سگهن ٿا، جڏهن اسان جمهوريت، برابريءَ ۽ هڪٻئي جي هڪجيتريءَ عزت کي پنهنجي ئي خاندان ۾ رائج نہ ڪنداسين. حقيقي امن ۽ سڪون بہ تڏهن ئي قائم ٿي سگهي ٿو، جڏهن اسان ان امن ۽ سڪون کي پنهنجن گهرن تائين آڻيون.

### س: ڇا، فيمنسٽ "ماءُ ٿيڻ" (Motherhood) جي خلاف آهي؟

ج: فيمينسٽ "ماءُ ٿيڻ" جي يا "ٻار پالڻ" جي خلاف هر گز نہ آهن. پر اهي ماءُ ٿيڻ کي نہ "عورت جي تقدير" جو حصو سمجهن ٿيون ۽ نہ ئي اهي "ماءُ ٿيڻ" ۽ "عورت هجڻ" کي ساڳي شيءِ سمجهن ٿيون. اسان ان ۾ يقين رکون ٿا تہ هر عورت کي ماءُ ٿيڻ ۽ ٻارن جي تعداد جي چونڊ جو حق هئڻ کپي. هاڻوڪيءَ صورتحال ۾ ڪيترن ئي ملڪن ۽ سماجن ۾ قانوني، سماجي يا نفسياتي طور ان مرضيءَ جي حق جو ڪو تصور موجود ناهي. پر ان لاءِ اسان ضرور اها جدوجهد ڪريون ٿيون تہ عورت کي ان معاملي ۾ بہ چونڊ جو حق ملڻ کپي. اجا بہ ان بحث کي ائين

اڳتي وڌائجي تہ اهو لازمي امر آهي تہ عورتون ئي ٻار پيدا ڪري سگهن ٿيون، پر انهن کي ڪير بہ ماءُ جيان پالي سگهي ٿو. ماءُ ٿيڻ ۽ ماءُ هجڻ يا مامتا واري جذبي جي قطعي اها تقاضا نہ آهي تہ ڪير جسماني طور تي ٻار پيدا ڪري، ڪو بہ شخص ٻار جي ذهني، جسماني ۽ جذباتي طور پرورش ڪري سگهي ٿو. مامتا وارو ڪم، ماءُ وارو ڪم تہ ڪير بہ ڪري سگهي ٿو، اهو ضروري ناهي تہ اهو فقط اها عورت ئي ڪري سگهي ٿي، جنهن ٻار ڄڻيا هجن. ڪيتريون ئي عورتون آهن، جن ٻار نہ ڄڻيا آهن، پر بهترين مائرون آهن. ۽ ٻئي طرف ڪيتريون مائرون آهن، جن کي گهڻائي ٻار آهن، پر اهي سٺيون مائرون ناهن. ماءُ ٿيڻ جي صلاحيت هرو ڀرو قدرتي ۽ فطري بہ ناهي اها هميشہ خواهش ۽ سٺي تربيت تي منحصر آهي. جسماني طرح ماءُ ٿيڻ ۽ ذهني طرح ماءُ ٻڻجي پرورش ڪرڻ ۾ گهڻو فرق موجود آهي ۽ ڪو ئي مرد بہ ٻار جي پرورش ڪري سگهي ٿو ۽ ائين ڪيترائي مرد پنهنجين ٻارن جون "سٺيون مائرون" ثابت ٿين ٿا. ڪيتريون عورتون ائين سمجهن ٿيون تہ جيئن تہ وٽن ٻي ڪا واهہ ڪانهي تنهنڪري ماءُ ٿيڻ سندن تقدير آهي، ان ڪانسواءِ مامتا کي گهڻو واڪاڻيو بہ وڃي ٿو. عورتن جي قربانيءَ جي جذبن ۽ ٻين لاءِ ڏک سور سهڻ واري جذبي کي تمام گهڻو ساراهيو ويو آهي پر اها مچتا ڪنڊ جي تهہ چڙهيل، ڪونين جي گوريءَ وانگر آهي ۽ عورتون ڪيترن ئي نسلن تائين ان ڪنڊ ذري لاءِ ان ٻڌل ٻانهي واري ڪردار کي قبوليندي‌ون اچن ٿيون. عورت کي ٻار پالڻ لاءِ قدرت پاران ڪي خاص غدود نہ ڏنا ويا آهن، جيڪي ٻار لاءِ پيار ۽ سار سنڀال جو جذبو پيدا ڪن.

جيڪڏهن دنيا واقعي ائين سمجهي ٿي تہ ممتا قرباني ۽ ٻين جي سار سنڀال لهڻ واري جذبي جو نالو آهي، جيڪو انتهائي عظمتن وارو جذبو آهي تہ مردن اهو جذبو فقط عورتن لاءِ ڇو مخصوص ڪري

جذبو اهي؟ ان سچي عمل جي ايتري تعريف ڪرڻ بدران پاڻ اهو ممتا وارو ڪم ڇو نٿا ڪن. جيڪڏهن واقعي قرباني ۽ ٻين لاءِ جيئڻ وارو رستو ٿي ٻين سيني ڪان عظيم ۽ مثالي آهي ته اسان عورتن کي به ان معاملي ۾ مطلبي نه ٿيڻ کپي ۽ ان جذبي تان پنهنجي هڪ هٽي ختم ڪري مردن کي به ممتا ورهائڻ ۽ سار سنڀال لهڻ واري تجربي جو موقعو ڏيڻ کپي.

فيمينسٽ يقين رکن ٿا ته ٻارن جي پرورش تڏهن ئي بهترين ٿي سگهي ٿي. جڏهن ماءُ ۽ پيءُ ٻئي ڪيس گڏجي پالين. والدين جي گڏجي پالڻ جي صورت ۾ اهو فقط اڪيلي عورت تي بار نه ٿيندو ۽ ان ئي صورت ۾ ممتا جي جذبي جي حقيقي ۽ تخليقي تڪميل ٿيندي. ان صورت ۾ فيمينسٽ ماءُ ٿيڻ جي خلاف ناهن. پر اسان فقط اهو چاهيون ٿا ته هر عورت کي اهو حق هجي ته هوءَ ان جو فيصلو پاڻ ڪري، ته هوءُ ڪڏهن ٻار چاهي ٿي. گڏوگڏ اسان اهو به چاهيون ٿا ته ٻار جي پرورش جو عمل ٻنهي (والدين) پاران گڏجي ڪيو وڃي.

**س: اهي سڀ ڳالهيون ته درست ۽ عقلي آهي، ته پوءِ فيمينزم ايڏو خطرو ڇو بنيل آهي؟ فيمينسٽ هر وقت الزامن ۽ تهمتن هيٺ ڇو آهن؟ ڇو ان کي ايڏو غلط ۽ مذاق جوڳو سمجهيو ويو آهي، ان سان آخر ايڏو وير ڇو وڌايو ويو آهي؟**

ج: اسان لاءِ اها هر گز به حيرت جوڳي ڳالهه ناهي ته ماڻهوءَ فيمينزم کي خطرو سمجهن ٿا. هو بلڪل سچا آهن. جڏهن هو چون ٿا ته

"توهان چئو ٿا ته اسان عورتن جي ڀلائيءَ جي خلاف هر گز ناهيون. پر هي "فيمينزم" اسان لاءِ مسئلو بڻيل آهي."

فيمينزم ماڻهن کي پريشان ڪري، ڪين غير آسودو بنائي ٿو. شايد ان ڪري به، جو هي هڪڙو واحد "ازم" يا نظريئو آهي، جيڪو گهر

جي پوترتا ۽ پاڪيزگيءَ ۾ داخل ٿي ويو آهي. ۽ گهر اسان لاءِ سڀ کان ويجهڙائيءَ واري رشتي جو ٿالو آهي. فيمينزم اسانجن عقيدن، خيالن، تصورن ۽ روين سان گڏگڏ اسانجن قدرن ۽ مذهب بابت بہ سوال اٿاري ٿو.

جنهن وقت عورتون "پدر شاهي نظام" يا رويي تي اعتراض ڪن ٿيون، جنهن لمحي اهي مردن جي بالادستيءَ بابت سوال ڪن ٿيون، ان ئي لمحي ۾ اُهي انَ سڄيءَ طرح پنهنجي پيئرن، ڀائرن مڙسن، پٽن ۽ دوستن سان اختلاف ڪن ٿيون، جيڪي مرد هئڻ جي حيثيت ۾ پدر شاهيءَ جو جيئرو جاڳندو ثبوت هوندا آهن. جيڪا نہ رڳو مردن لاءِ پر خود اسان لاءِ بہ انتهائي تڪليف ڏهہ ڳالهہ آهي. اسان اڪثر سوچيندا آهيون تہ جيڪو ڪجهہ اسان نظرياتي طور ڪريون ٿا ڇا اُهو صحيح آهي؟ ڇا، معاشري ۾، سماج ۾ خود اسان جي گهرن ۾ هر وقت ٿيندڙ ان جنسي تفريق تي اسان جي ڪاوڙ جائز آهي. اسان نيٺ بہ ڀلا ڇا ڪريون؟ جڏهن اسان جا مڙس اسانجي مزدوريءَ جو معاوضو کڻي وڃن يا سندن ڪم، سندن ڏنڊا ۽ سندن خواهشون اسان جي معاملن ڪي پوئتي ڌڪي سبقت کڻي وڃن. هڪڙي ڇوڪريءَ (بارڙي) ڇا ڪري؟ جڏهن سندس پيٽ ۾ سندس ڀاءُ کي وڌيڪ کاڌو ملي سندس ڀاءُ کي اسڪول وڃڻ ۽ ٻين معاملن تي فوقيت ڏني وڃي. هڪڙي ڌيءَ نيٺ بہ ڀلا ڇا محسوس ڪري؟ جڏهن کيس خاندان جي، پيءُ جي ملڪيت مان ڪو حصو نہ ملي، يا اُها ماءُ آخر ڇا ڪري؟ جڏهن سندس پٽ مٿس پنهنجي مرضيءَ مڙهي. اسان آخر ڇا ڪريون؟ جڏهن اسان بيعزت ڪيا وڃون، مذاق جو نشانو بنايو وڃون، هر جاءِ تي پيڙهيون ۽ هيسايون وڃون ۽ جڏهن اسان جي محض هڪ هلڪي اعتراض کي بہ پنهنجي لاءِ خطرو سمجهيو وڃي. اهو صحيح آهي تہ جيڪڏهن ڪو بہ ان نظام کي چئلينج ڪري ٿو تہ ان کي خطرو سمجهجي ٿو تہ پوءِ فيمينزم معاشري ۾، خانداني رشتن کان وٺي ذاتي رشتن ۾ موجوده نظام کي هر سطح تي چئلينج ڪري ٿي. جيتوڻيڪ انَ نظام جي

"دائميت" (status-quo) کي چئلينج ڪرڻ واري تڪليف مردن تـوڙي عورتن ٻنهي ۾ موجود آهي. پر عورتون همت ڪري ان چئلينج کي منهن ڏين ٿيون. ڇو تہ ٻيءَ صورت ۾ ان نظام جي دائميت برقرار رکڻ واري تڪليف تهائين وڌيڪ آهي. عورتون ان ڪري ئي جدوجهد ڪن ٿيون تہ وٽن وڃائڻ لاءِ زنجيرن ۽ بندشن کانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي. مرد پڻ اهو معاشرو چاهين ٿا پر فقط ڪجهہ مرد ان جي ڇاڻي واڻي اجائي مخالفت ڪن ٿا. خاص طور تي وچولي طبقي جو شهري دانشور ان جي مخالفت ڪندو ٿو اچي. ساڳي ئي طبقي سان تعلق رکڻ باوجود بہ فيمينسٽن تي وچولي طبقي يا امير ڪلاس جي هجڻ ۽ علحيدگي پرستي جو الزام هڻي ٿو.

**س: ڇا، واقعي فيمينزم امير طبقي جي ماحول جي پيداوار آهي؟**

ج: جيتوڻيڪ هڪ سطح تي فيمينزم امير طبقي جو "لقاءُ" (Phenomenon) ڇئي سگهجي ٿو، پر اهو سچي منظر جو سچ ناهي ۽ اها غلط فهمي بہ ان ڪري پيدا ٿي آهي جو ان جا پڻ ڪي ڪارڻ آهن، پهريون ڪارڻ ميڊيا آهي. ميڊيا فقط اهو ئي ڏيکاري ٿي، جيڪو شهرن ۾ ٿئي ٿو.

ٻيو تہ شهري عورتون نہ رڳو جدوجهد ڪن ٿيون، پر گڏوگڏ اهي ميڊيا ۾ انهن مسئلن تي لکن ٿيون ۽ مختلف ذريعن وسيلي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪن ٿيون. مثلا ڪين اخبارن، مئگزينن، اسٽريٽ ٿيٽرين، گانن ۽ ٽيليويزن جا ذريعا حاصل آهن. اسان شهري عورتن ۽ انهن جي تنظيمن بابت بہ ان ڪري ئي ڄاڻون ٿا. پر جيڪڏهن اهو چئجي تہ اسان ورڪنگ ڪلاس جي عورتن ۽ هاري عورت کي پيڙهيل نٿا سمجهون ۽ انهن لاءِ ڪجهہ نٿا ڪريون تہ اهو حقيقت کان گهڻو پري ٿيندو. هتي انهن تنظيمن جا سوين، هزارين مثال آهن. جيڪي پورهيت طبقي (ورڪنگ

ڪلاس) جي پورهيو ڪندڙ عورتن جي مسئلن کي کڻن ٿيون ۽ ان سان گڏ پنهنجي طبقن ۾ غربت بابت بہ سوال اٿارين ٿيون. مثلن SEWA جا هزارين ڪارڪن احمدآباد ۾ ، ورڪنگ وومين فورم مدراس ۾، CROSS وومين سنگهم حيدرآباد (انڊيا) ۾، نجيرا ڪوري، BRAC ۽ پورشيڪا بنگلاديش ۾ آهن، اهي تہ فقط ڪجهہ نالا آهن، جيڪي شراب نوشيءَ، عورتن کي مارڻ، هڪجيتري مزدوري نہ ڏيڻ ۽ جنسي تشدد جي خلاف ڪم ڪندڙ عورتن جون تنظيمون آهن. هندستان ۾ "چپڪو" تنظيم جڙن عورتون ماحول ۽ توانائيءَ جي مسئلن کي عورتن جي حوالي سان کڻن ٿيون. عورتن جي معاوضي تي پڻ ڳوٺاڻي سطح تي انفرادي فيمينسٽ جدوجهد جا مثال موجود آهن. پنهنجي مڙسن جي مرضيءَ خلاف تعليم وٺڻ، پوليس ۽ زميندارن پاران کلي عام جنسي طور هراسان ڪرڻ تي پڻ انفرادي سطح تي فيمينسٽ جدوجهد هلي آهي.

اسان جهڙن معاشرن ۾ فيمينزم جو ٻج هر عورت ۾ موجود آهي، فيمينسٽ ٿيڻ لاءِ نہ تہ هرويرو اهو لفظ ڄاڻڻ ضروري آهي ۽ نہ ئي پنهنجو پاڻ کي ڪنهن نظريئي سان ڳنڍڻ ضروري آهي. هاڻي فقط پدرشاهي نظام جي خرابين کي مڃڻ جي ضرورت آهي، جيڪي هر قسم جي ناانصافي جنسي تفريق ۽ ٻٽن معيارن جون ڪارڻ آهن. هڪ هاري عورت لاءِ اهو ڄاڻڻ لاءِ ڪنهن نظريئي جي ضرورت ناهي تہ ساڳي ئي ڪم ۽ مزدوري جي اڌ اجرت هجڻ نا انصافي آهي يا وري اهو تہ ٻي ڪنهن کي ڪيس مارڻ ۽ زنا ڪرڻ جو ڪو حق ناهي.

جيئن تہ پهرين ئي بيان ڪيو ويو آهي تہ امير طبقي جون پڙهيل لکيل عورتون ان معاملي ۾ وڏيڪ ڄاڻ رکن ٿيون ۽ وڌيڪ سرگرم پڻ آهن تہ اهي ان ڏس ۾ احتجاج ۽ جلسہ وغيره ڪن ٿيون، تہ اهو بہ ڪو غلط ڪونهي جو ان تي تنقيد ڪجي. اها بہ حقيقت آهي تہ پنهنجي جديد تعليم ۽ ڄاڻ، پنهنجي آزادي ۽ معاشي وسيلن کي ان ويڙهہ ۽ جدوجهد

۾ ڪتب آئين ٿيون، جيڪو پڻ فيمينزم جي فائدي ۾ وڃي ٿو. ان جدوجهد ۾ وچولي طبقي جي امير عورتن جو ڪردار اهو ئي وڃي بيهي ٿو، جيڪو شهري وچولي طبقي جو بين تبديلي جي خواهشمند تحريڪن ڏانهن هجي ٿو.

**س: ڇا، فيمينسٽ مردن سان نفرت ڪندڙ آهن؟**

ج: فيمينسٽ مردن سان قطعي نفرت نٿيون ڪن پر اهي پدر شاهي (پٽيتي) جي خلاف آهن. اهي مردن جي برتريءَ ۽ بالادستيءَ ۽ مرد ۾ "مرد هجڻ" واري ان تصور جون (۽ انهن عورتن جون پڻ جيڪي ساڳين ئي روين جون عادي آهن) مخالف آهن، جيڪو عورتن خلاف بالادستي، مطلبيت، اڳرائي ۽ تشدد جي صورت ۾ ظاهر ٿئي. اسان انهن مردن جي خلاف آهيون، جيڪي عورتن کي پنهنجي برابري وارو درجو ڏيڻ جا انڪاري آهن، جيڪي پنهنجين عورتن کي ملڪيت يا وکري جي جنس سمجهن ٿا. بدقسمتيءَ سان مردن جي اڪثريت بالادست ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿي ۽ انهن ۾ اهي سڀ خاميون موجود آهن. اهو پڻ صحيح آهي تہ گهڻا جوشيلا جمهوريت پسند ۽ سوشلسٽ مرد، جيڪي سماج ۾ برابري واري تصور کي هٿي ڏين ٿا، پر پنهنجن گهرن ۾ توڙي عورت مرد واري پنهنجي شخصي ۽ انفرادي رشتي ۾ ان کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪن ٿا. جڏهن تہ اسان اهو بہ يقين رکون ٿا نہ تہ عورتون فطري طرح وڏيڪ سار سنڀال لهندڙ يا ٻاجهاريون هجن ٿيون ۽ نہ وري مرد ئي قدرتي طور تي اڳرا ۽ قابض ٿين ٿا. حقيقت ۾ اهي پاڻ بہ پنهنجي سماجي شعور هٿان مجبور هوندا آهن، ڇو تہ سماج ۽ تربيت کين ائين بنائي ڇڏي ٿي. جيئن عورتون پڻ ان سماجي شعور جو شڪار آهن. تنهنڪري ئي اهي سماج پاران ڏنل رول ۽ ڪردارن ۾ ڦاسي پون ٿيون. اسانجو مسئلو اهو آهي تہ مرد ان ڳالهہ کي نہ ئي محسوس ڪن ٿا، نہ

وري ان کي تسليم ڪن ٿا. فقط چند مرد ئي پنهنجي پاڻ کي حقيقي طور تي آزاد ۽ جمهوريت پسند بنائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

جيڪڏهن مردن کي اها ڳالهہ عورتن پاران سمجهائي وڃي ٿي تہ اهي ان کي پنهنجي مخالفت تصور ڪن ٿا.

**س: جيڪڏهن واقعي مردن جي آزادي، عورتن جي آزاديءَ سان ڳنڍيل آهي ۽ جيڪڏهن اهي پاڻ بہ ان نظام جو شڪار آهن، تہ پوءِ اهي ”فيمنزم“ کان خطرو ڇو ٿا محسوس ڪن؟**

ج: مرد فيمنزم کان خوفزده آهن ۽ ان تبديليءَ جا مخالف آهن، جيڪا کين بہ فائدو رسائيندي ڇو تہ موجوده صورتحال ۽ هيءَ سماج سندن لاءِ فائديمند آهي، فيمنزم جڏهن معاشري ۾، گهر ۾، ڪم تي مرد جي بالادستي ۽ برتري کي چئلينج ڪري ٿي تہ دراصل ان سان اهو ٻڌائي ٿي تہ مردانہ اختيار، قابليت نہ پر جنس تي ٻڌل آهي، ۽ اهو مرد کي مجبور ڪري ٿي تہ هو پنهنجي پوزيشن، پنهنجن روين ۽ پنهنجيءَ هلت چلت جو ٻيهر جائزو وٺي ۽ مردن لاءِ اهو نہ ڪو آسان آهي ۽ نہ ئي خوش ڪندڙ آهي ڇو تہ ڪو بہ حاڪم پنهنجي مرضيءَ سان اختيار نہ ڇڏيندو آهي.

هن موجوده سماج ۾ مردن لاءِ بيشمار فائدا آهن. کين پيدا ٿيڻ سان ئي برتر حيثيت، پيار ۽ عزت ڏني وڃي ٿي. اهو هر پٽ جو حق سمجهيو ويندو آهي جڏهن تہ ڌيءُ ڄمڻ جي صورت ۾ کيس اها خوشي، عزت ۽ پيار نہ ملندو آهي. ان کان علاوه بہ ڇوڪرن لاءِ بهتر کاڌو، بهتر طبي سهوليت ۽ بهتر تعليم لاءِ ڪوشش ڪئي ويندي آهي، کين جسماني آزادي سميت چونڊ جي آزادي ۽ اظهار جي آزادي بہ حاصل هوندي آهي.

مرد کي ڪجهه بيا بہ خوف آهن. مثلا اهي ان ڪان پڻ خوفزده آهن تہ هوءَ نوڪرين ۾ عورتن جو مقابلو نہ ڪري سگهندا. ان ڪري ئي عورتن کي گهر ۾ رکيو ويندو آهي ۽ چيو ويندو آهي.

*"Last to hire and first to fire"*

پر جيڪڏهن عورت جي وصف تبديل ٿي ويندي ۽ ڪين پنهنجي صلاحيت کي بهتر بنائڻ جو موقعو ملندو تہ اهي نا انصافيون ممڪن نہ رهنديون ماڻهن کي نوڪري عورت يا مرد هجڻ جي بدران پنهنجيءَ قابليت تي ملندي، تہ يقينن هيءُ اهڙي شيءَ ناهي. جنهن جو مردن پاران دل کولي آڌرڀاءُ ڪيو وڃي. ٻئي طرف سرمايہ دارانہ نظام پڻ فيمينزم جي مخالفت ۾ آهي تہ جيڪڏهن عورت جي شعور ۾ اها تبديلي آئي تہ پوءِ يقينا اهي گهٽ اجرت کي برداشت نہ ڪنديون. نہ ئي گهٽ هنر (skill) رکندڙ پورهيئي مان مطمئن ٿينديون. جن تي ڪين هن وقت رکيو ويندو آهي. اهي يقينن سرمايہ دارانہ نظام جي انهن سڀني شيون جي ڪپت جي مخالفت ڪنديون. جيڪي سندن لاءِ غير ضروري آهن. مثلا (ڪاسميٽڪس وغيره) ان سان گڏ اهي پنهنجو پاڻ کي "جنسي وٿ" (Sex object) بنائي پيش ڪرڻ ڪان پڻ انڪار ڪنديون. مختصر طور اهو تہ فيمينزم جڏهن سماج جي "دائميت" ، چمت (Status-quo)کي للڪاري معاشري ۾ بنيادي تبديلي آڻڻ گهري ٿي تہ ان سان مردن کي مليل غلط فائدن کي وڃائڻ جو خوف محسوس ٿئي ٿو. ۽ تبديلي جي ان خوف ڪان ئي اهي فيمينزم ڪان خوفزده آهن.

**س: ڇا توهان ائين چوڻ چاهيو ٿيون تہ مرد ان ڳالهہ کي نٽا سمجهن تہ اڳتي هلي، فيمينزم عورتن ۽ مردن ٻنهي لاءِ فائديمند ثابت ٿيندي.**

ج: بالڪل، ائين ئي. **فيمينزم نہ رڳو مردن جي پر هر قسم جي بالادستي، برتري، ناانصافي ۽ اڻ برابريءَ جي خلاف آهي ۽ ان لاءِ گهرن ۾، قومن ۾ ۽ بين الاقوامي سطح تي سماجي ۽ اقتصادي برابري وارو نظام چاهي ٿي**، هيءُ نظام جيئن تہ مردن جي شرڪت سان ٿي ايندو، **تنهنڪري مرد يقيني طور پنهنجي بالادست حيثيت ۽ پنهنجا اختيار وڃائيندا، پر ساڳئي وقت اهي سماج ۽ معاشري جي بين سيني صورتن ۾ انصاف ۽ برابريءَ واري نظام جو فائدو حاصل ڪري سهگندا.** مثلا جيڪڏهن سماج ۾ رڳو پٽ بجاءِ هر بار کي وڌڻ ويجهڻ ۽ ترقي ڪرڻ جي اجازت ڏيئي همٿايو وڃي تہ ان سان گهر ۾، سماج ۾ ۽ قوم ۾ تخليقي صلاحيتن کي پروان چڙهڻ جو وڌيڪ موقعو ملندو. ڪيس خاندان لاءِ پڻ وڌيڪ وسيلا پيدا ٿيندا ۽ اهو اقتصادي طرح وڌيڪ مضبوط ٿيندو. جيڪڏهن عورت کي گهر تائين محدود ڪري وڌيڪ محتاج رکيو ويندو تہ سار سنڀال جي ضرورت پوندي ۽ ان سان مرد تي اقتصادي دباءُ ۽ ذميدارين جو بار اجا وڌي ويندو ۽ ٻئي طرف جيڪڏهن ڪن مردن جو گهريلو ڪمن ڏانهن لاڙو آهي تہ ڪين "زنانو" چئي ٺوڪيو وڃي ٿو، پر ان نئين نظام ۾ ان ٺوڪبازيءَ جي ڪا بہ گنجائش نہ هوندي. فيمينزم، رڳو عورتن کي ئي نہ پر مردن کي پڻ ان ڪردار کان نجات ڏياريندي، جيڪو مٿن سماج پاران هرو ڀرو مڙهيو ويو آهي.

**س: جيڪڏهن توهان چئو ٿا تہ فيمينزم ۾ مرد پڻ آزادي حاصل ڪندو تہ پوءِ توهان ان تحريڪ ۽ جدوجهد کي رڳو عورتن ۾ ئي ڇو آرگنائيز ڪيو آهي؟**

ج: عورتن جي تحريڪ، پهرين تہ ان خيال سان نهي تہ عورتن جا هڪجهڙا مفاد ۽ مسئلا آهن، پر پوءِ هيءَ تحريڪ آها بہ گهر ڪرڻ لڳي تہ آهو سڀني لاءِ فائدي مند هجي. ان ڪري اهو ضروري آهي تہ هيءَ جدوجهد

هڪ خاص سطح تائين عورتن لاءِ مخصوص آهي ۽ پوءِ بين تحريڪن سان پڻ ڪم ڪري ٿي. جيئن تہ عورت پاڻ سان ٿيندڙ ظلم ۽ استحصال جي نوعيت کي وڌيڪ سمجهي ٿي. تنهنڪري پنهنجو پاڻ ئي ان جي خاتمي لاءِ منصوبہ بندي پڻ ڪري ٿي. **ان تحريڪ جي عقليت (Rationale) ئي اها آهي تہ اها بين مظلوم طبقن جي پڻ حمايت ڪري ٿي. اسان پورهيتن جي جدوجهد ۾ ساڻن گڏ آهيون. اسان طبقاتي جدوجهد جون حمايتي آهيون. اسان قومي تحريڪن سان جدوجهد ۾ گڏ آهيون.** پر عورتن جو الڳ ڪم ڪرڻ ان ڪري بہ ضروري آهي تہ انساني سماج ۾ اجا ڪوڙ مسئلا ۽ مونجهارا آهن. جيڪي وڌيڪ پيچيده آهن. آخري حل يقينا ڪنهن هڪ گروپ جي فتحيابيءَ سان ڳنڊيل ناهي (مثلا، عورتن جي مردن ڪان ) پر سڄي نظام جي سوچ جي تبديلي ۽ ان جي سڀني پهلوئن جي بيهر جوڙجڪ ضروري آهي. بيا سپ طبقا پدر شاهي نظام ۾ پنهنجا حق وٺي سگهن ٿا. يا ان ۾ پنهنجي مخالفن کي ختم ڪري سگهن ٿا. مثلا غير طبقاتي سماج، طبقن، مذهبن، لساني مسئلن کي نبيري سگهي ٿو. پر عورتن جي جدوجهد ۾ ائين ممڪن ناهي. عورتن جي جدوجهد طبقاتي حل سميت جنسي تفريق بہ ختم ڪرڻ چاهي ٿي. ان لاءِ ضروري آهي تہ ان پوري سماج جي جوهر کي تبديل ڪري پنهنجيءَ سموريءَ مخالفت کي بدلائي. ان ڪري اها سيني لاءِ ڏکي جدوجهد آهي ۽ عورتون يقينا. ان سموري عمل ۾ پنهنجي تشخص لاءِ ضرور پاڻ پتوڙينديون. بين لفظن ۾ ان سموري جدوجهد ۾ عورتن جي جدا آرگنائيزيشن ڏاڍي اهم ۽ ضروري آهي. پر هڪ خاص اسٽيج تي هي آرگنائيزيشن، يقينا سماج ۾ بنيادي تبديلي لاءِ هلندڙ جدوجهد ۾ شامل ٿي ويندي، تيستائين جيڪي بہ اسان عورتن جا الڳ گروپ آهي، سي همدرد مردن جي حمايت جو نہ رڳو قدر ڪن ٿا. پر ان کي ڀليڪار پڻ چون ٿا. **اسان ان سان گڏوگڏ پورهيت طبقي، هاري طبقي ۽ انهن سيني**

گروپن جي جدوجهد سان پنهنجو پاڻ کي سلهاڙيل سمجهون ٿا. جيڪي شهري آزادين، انساني حقن، اقليتن جي حقن ۽ ماحوليات لاءِ ڪم ڪن ٿا. آخر ۾ اسان اهو بہ چوڻ چاهينداسين تہ اسان فيمينزم کي نہ رڳو پنهنجي سماج لاءِ ضروري سمجهون ٿا، پر هيءَ نظريو انهن لاءِ پڻ اتساهيندڙ آهي، جيڪي تبديليءَ جي ان عمل کي بيان ڪندڙ، ان جي تشريح ڪندڙ ۽ ان کي واضح صورت بخشيندڙ آهن. اسان کي يقين آهي تہ فيمينزم ۾ اهڙا سگهہ آهي تہ اها اسان لاءِ ان رُخ جي بہ وضاحت ڪندي، جنهن ۾ ٻيا سڀ نظريا ناڪام ثابت ٿيا آهن، ٻين سڀني نظرين پاران انسانيت جي اڌ حصي کي وساريو ويو آهي ۽ نہ رڳو ايترو پر فيميزم ڪانسواءِ ڪنهن بہ نظريئي جي بنيادي جوڙجڪ ۾ سندن موضوعي ۽ ذاتي حقيقتن جي سچاين کي شامل نہ ڪيو ويو آهي. ٻين نظريئن صرف مادي ۽ معروضي حقيقتن تي ڌيان ڏنو آهي يا انهن تي فوڪس ڪيو آهي، جڏهن تہ فيمينزم پهريون دفعو عورتن جي ذاتي ۽ موضوعي حقيقتن کي پنهنجي نظريئي جي بنيادي جوڙجڪ ۾ جاءِ ڏني آهي. ۽ ان "فيمينسٽ وضاحت" جي سرنگهہ جي آخري ڇيڙي تي فيمينسٽ پنهنجي لاءِ اها روشني پسي رهيون آهن، جيڪا روشني ڪين ان سماجي نظام ڏانهن وڌڻ لاءِ اڳواڻي ڪندي، جتي فقط انصاف ۽ انسانيت هوندي ۽ ان لاءِ فيمينزم اقتصادي، سماجي سياسي ۽ ثقافتي تناظر ۾ هڪ خاص نظريو آڇي ٿو.

فيمينزم صحيح رُخ ۾ اتساهيندڙ نظريو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو هر وقت اسان کي چيلينج ڪندو رهي ٿو تہ اسان پنهنجن سڀني ويجهن رشتن کي پنهنجن سڀني ذاتي عقيدن کي ۽ پنهنجن دلين ۽ دماغن ۾ غير واضح ٿيل، اڻ بيانيل ۽ اڻ تشريح ٿيل حصن جو ٻيهر جائزو وٺون. ٻيهر ان جي تشريح ڪريون ۽ ان کي تبديل پڻ ڪريون. پهريون دفعو اسان کي ڪو

اهڙو نظريو مليو آهي، جنهن ذريعي سماج جي هر سطح کي توڙي جو اها شخصي ۽ ذاتي هجي پنهنجي سموري جوهر سميت تبديل ڪريون.

هيءُ نظريو ان ڪري پڻ اتساهيندڙ آهي، جو اهو بئي ڪنهن طرفان، يا بيو هيءُ ڪتان نہ پر خود اسان وٽان ئي واضح ٿي نڪتو آهي.

جيتوڻيڪ ماڻهو اهو محسوس ڪن ٿا تہ اجا تائين فيمينزم جي سڄاڻپ اهڙي نظريي طور نہ ٿي سگهي آهي، جنهن وٽ اها گڏيل طاقت هجي، جيڪا سماج ۾ ان بنيادي تبديلي جو ڪارڻ بڻجي، جنهن لاءِ اسان واجهائي رهيا آهيون. تنهن هوندي بہ هن اڀرندڙ ۽ نئين پيدا ٿيندڙ نظريي جي موجوده صورتحال ايتري خراب پڻ ناهي. هيءُ پهريون پيرو آهي جو زندگيءَ جي هڪ خاص معيار کي هر سطح تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري ان لاءِ ٿيوري بنائي پئي وڃي.

جيئن تہ اسان لاءِ اهو اجا سڪڻ ۽ دريافت ڪرڻ جو انتهائي اهم عمل آهي، تنهنڪري ان لاءِ ضروري آهي تہ اهو ڍرو ۽ سست هجي ۽ ان ڪري ئي فيمينسٽن ۾ ڪجهہ تفاوت آهن، ڇو تہ اسان سيئي سڪڻ واري ان عمل ۾ مختلف اسٽيجن تي آهيون ۽ اجا سڪڻ جي عمل مان گذري رهيا آهيون، ڇو تہ فيمينزم زندگيءَ جي صورتحال سان سلهاڙيل آهي، تنهنڪري هر سماج ۾، هر سطح تي ان جي نوس شڪل مختلف آهي. فيمينزم جي مخالفن لاءِ ان نظريي جي اها غير يقيني (پر اسان لاءِ وڌيڪ وڌندڙ ۽ واضح ٿيندڙ) حالت ڪتي منفي نقطو (Negative point) هجي، پر اسان لاءِ اها فائديمند آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪو نظريو ظاهر ٿئي ٿو تہ ان کي لازمي طرح پرک جي ضرورت رهي ٿي.

اسان، توهان سڀني کي اها دعوت ڏيون ٿا تہ نظريي جي جوڙجڪ جي هن عمل ۾ شريڪ ٿيون تہ جيئن هڪ نئين خوبصورت ۽ بهتر دنيا تخليق ڪري سگهون، تنهنڪري فيمينزم کان ڊڄو نہ، اچو، ان ۾ شريڪ ٿيو.....!!

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جنئن جنئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)